# چنڊ چنبيلي ۽ ول



شيخ اياز

# چَنڊُ چَنبيليءَ وَلِ

شاعري


## شيخ اياز





نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ

1985ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر پاهتر

ڇپائيندڙ نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد، سنڌ.

ڇپيندڙ مبين پرنٽنگ ايجنسي،
گاڏي کاتو حيدرآباد، سنڌ.

ٽائيٽل، اسڪيچ ۽ ڪيليگرافي فتاح هاليپوٽو

پهريون ايڊيشن سيپٽمبر 1985ع

قيمت: 30/- رپيا



---

CHAND CHANBELI VAL (Poetry) by SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications Tando Wali Mohammed Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition September 1985. Price Per Copy Rs: 30/-

# چنڊ چنبيليءَ وِل

******************************

# ب

نيو فيلڊس پبليڪيشنس طرفان،
شيخ اياز جو پهريون،
شاعريءَ جو پهريون،
ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي.
ڪجهه عرصي کان اسان جي اها ئي ڪوشش رهي آهي ته جن به اديبن جا اڃان تائين نيو فيلڊس اداري طرفان ڪتاب شايع نه ٿيا آهن تن جا ڪوشش ڪري جلد کان جلد ڪتاب شايع ڪريون. اسان کي خوشي آهي ته اسان جي ان ڪوشش جي نتيجي ۾ محترم شيخ اياز جو ڪتاب "چنڊ چنبيليءَ وَل" نيو فيلڊس طرفان شايع ٿيو آهي. نه صرف اهو هڪڙو ڪتاب بلڪ سندس ٻيا به ڪتاب انشاالله جلد شايع ڪبا.

اسان پنهنجي طرفان پوري ڪوشش ڪئي آهي ته شيخ اياز جي شايانِ شان ڪتاب شايع ڪريون. اسين پنهنجي ان ڪوشش ۾ جيتري قدر به ڪامياب ويا آهيون ان ۾ سائين محمد ابراهيم جويي صاحب جو ساٿ به شامل آهي.

ادارو

# مهاڳ جا ٻه اکر

اياز جو شعر اياز جي مرڪ جيان سچو به آهي ته چرڪائيندڙ به. ورهيه ٿيا جو اياز جي مرڪ ڏٺي هُيم، اياز جا شعر به پڙها هئم. پوءِ ٻڌم ته اياز بيمار هو: هو ڪيلي نٿي سگهيو. سوچيم، ائين ڪيئن هوندو؟ اياز ٿهڪ ڏيڻ ڪيئن ڇڏيا هوندا؟ اياز شعر چوڻ ڪيئن ترڪ ڪيو هوندو؟ ڪنهن چيو ته اياز ”ڪامپروم‍ائيز“ ڪيو آهي، ”ڪنفارمزم“ جو شڪار آهي. ثبوت ۾ اهو چيائون ته اياز سگريٽ ڇڪڻ ڇڏي ڏني آهي، پر اڻ-د ڪايل سگريٽ ٻن آڱرين ۾ جهلي، ڇڪيندو تو رهي — اِن کان وڌيڪ ڪامپرومائيز ۽ ڪنفارمزم جو ٻيو ڪهڙو ثبوت ٿي ٿي سگهيو؟ اياز موٽ ۾ ٽهڪ ڏنو، ۽ چيائين:

جي ڪوُتا تنهنجي ڪاج اچي
مان ٻيهر ٻيڙيون پسائيندس
مان ٻيهر تسولئه گهائيندس!

مون پنهنجي پاڻ کان سوال ڪيو: اهو ڪيتري قدر صحيح آهي ته شاعر جي شاعريءَ کان وڌيڪ هن جي اڻ-د کيل سگريٽ مان هن جي ماضيءَ حال ۽ مستقبل جو ويهي تجزيو ڪجي. اڻ-د کيل سگريٽ ۽ شاعريءَ اهڙا ضد ته ڪونهن، جن تي ڪنهن نظرئي جهڙي منطق کي ويهي ٺهڪائجي. آندري ٻيلهه ستاورتيه ڪونسلر آراگان ۽ ٻين جي چوائيءَ ’هن جي خوابن جو خدا نلڪام ٿي ويو‘، پر پوءِ به هن جي فن کان، هن جي بلنديءَ کان ڪو به انڪار نٿو ڪري. پوءِ اياز جي اڻ-د کيل سگريٽ ڇڪڻ تي جهوڙ ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي. سوچڻ جهڙي ته پاڻ اها ڳالهه هئي ته اياز جيڪي مڇ پاريل تن کي آجهايو ڪنهن؟ جو اڄ اياز پنهنجي

اڻ-ڏ کايل سگريٽ پنهنجي ئي مچ مان ٻاري نٿو سگهي، ۽
رڙڪري چوي ٿو:

نانءَ ڇڏيوسين

ڏرتيءَ تي ٽرٽانءَ ڇڏيوسين
پنهنجي من جي پيڇي ڪارڻ
ڏن جو پيڇو ڪونہ ڪيوسين
نيڻ پڇي پيا ويڻ ٻڌاسين
ڪجهہ بہ ورائي ڪونہ چيوسين؛
ڪيئي ورهيہ ٿِهہ پيتي آهي،
مائهن ليڪي هارائي آ
سچ تہ بازي جيتي آهي؛

............

اي دل، هاڻي بس ڪر!

اڻين پيو پانيان تہ سهيڪ ۽ سهيوڳين ڪي شاعر ڏانءَ ئي ڪونہ ٿو اچي. پٺائيءَ جي زندگيءَ جي اسان کي تفصيلي خبر ڪانهي، ان ڪري چئي نٿو سگهجي تہ هُن جي سچ ڏانهن هن جي جڳ جوکهڙو رويو هو، پرپانيان ٿوجيڪي ڪجهہ هن جي شعر مان سمجهي سگهجي ٿو، هن تي بہ ”ڪامپرومائيز“ ۽ ”ڪنفارمزم“ جا بهتان ضرور مڙهيا ويا هوندا. شاهہ قادري طريقي جو صوفي چيو وڃي ٿو، جن وٽ شريعت جي پابندي اوليت رکي ٿي، ۽ راڳ، گيت سنگيت ۽ سماع حرام هو. پر شاهہ سماع نہ فقط ٻڌندو هو، پر پاڻ ان جو اهتمام ڪندو هو. ’قادرين‘ هن تي يقيناً ”ڪامپرومائيز“ جو بهتان هنيو هوندو. شاهہ جي شعر مان اهو بہ چئي سگهجي ٿو تہ هو وڏو ”لبرل“ ۽ انقلابي هو. پر گهڻن هنڌن تي ولس اهڙا بيت ملن ٿا، خاص ڪري سامونديءَ ۽ گهاتوءَ ۾، جن جي ڪري ان وقت جي ”لبرل“ دانشورن مٿس ”ڪنفارمزم“ جو الزام آندو هوندو. انهن ٻن بهتانن جي وچ ۾ هن جي شاعري فقط عوام ۾ رهجي ويئي، جيڪا شاهہ

جي هڪ زندهہ علامت بڻجي، پنهنجو ڳاٽ اوچو ڪري، اج تائين پنهنجي عظمت مڃائيندي تي رهي.

شاهہ ڪـان پـوءِ سـنـڌ ۽ سـنـڌيءَ جـي شـاعـر اياز لاءِ بہ اهـي سـاڳيون ڳـالهيون هـلن ٿيون جيڪي شايد شاهہ لاءِ بہ هـليون هيون ۽ وچ ۾ اياز جي شاعريءَ کي نظرانداز ڪيو ٿو وڃي—

”اسان تي الزام، آندا جڳ جيئڻ جا!“

پر اڃو تہ ڏسون تہ اهو ”ڪامپروومائيز“ ۽ ”ڪنفارمزم“ آهي ڪهڙي بلا؟ چاڪاڻ تہ شاهہ سونهاري جي زماني ۾ اِن قسم جا نيم- فلسفيانہ ۽ نيم ’سماجياتـي‘ نظرياتي بحث ڪرڻ لاءِ اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب ڪونہ ڇپبا هئـا، ان ڪري هن الائجي انهن جـُلهن ڪـي ڪيئن منهن ڏنو هوندو. پر اڄ جـي زماني ۾ گهڻ ۾ گهڻ انهن جي وصف بيان ڪري سگهجي ٿي، ۽ ان کي اسان جي پنهنجي حالتن ۽ شخصيتن تي آزمائي سگهجي ٿو. اهو صحيح آهي تہ هر شاعر کي جڏهن پرکبو آهي، تڏهن هن جي هنرمندي ۽ فنڪاريءَ سان گڏوگڏ هن جي فڪر کي ڪنهن نہ ڪسوٽيءَ تي جاچبو آهي. اياز جي شاعريءَ جي هنرمنديءَ ۽ فن کان ڪو بنهہ اکين- سڄو ئي انڪار ڪندو.

اياز تي جيڪڏهن ڪي ڇنڊا وڌا ويا آهن تہ هن جي فڪر جي حوالي سان يا هن جي شخصي زندگيءَ جي ڪجهہ پسند ناپسند جي حوالن سان. گهڻا سال ٿيا جڏهن فڪر جي اوندهہ ڪـي پسند ڪندڙ گروهہ ايـاز تي روشن- فڪر هجڻ جا الزام آنداهہ روزاني ”مهراڻ“ ۽ ”ڪاروان“ ، ۽ جماعت اسلاميءَ جي تنظيم جي سهاري نڪرندڙ رسالن هزارين ڪاڳر ڪارا ڪري ڇڏيا. ايتريقدر جو اُنهيءَ مهم جي نتيجي ۾ اياز کي جيل پوڻو پيو. هن جي بچاءَ ۾ پليجي ”اندا اونڌا ويچ“ لکيو. مولانا گراميءَ ”مشرقي شاعريءَ جـي قـدرن“ تـي پنهنجو معرڪةالارا مقالو لکيو. پر اياز کي ايترو ڏکويو ويـو ۽ ايترا گهاوَ بخشيا ويا،

جو اڄ بہ هو چئي ٿو اٿي:

مون تنــــڙڳــي رَتَ ـ تـلاون ۾
۽ گـهــرن گـهـــرن گهاون ۾
جـــو ڳاتـــو هو، ورجـــائينديس!

۽ اڄ ناراضيلَ بدلجي ويـا آهـن، نشان ساڳيو اياز آهـي. اهـي ”پنهنجا“ بہ آهن، پر پـراون کان بہ وڌي وچـن تا پر اياز کي پيارا آهن. هو پاڻ ”ڪامپرومائيز“ ۽ ”ڪنفارمزم“ جي ويٽن سان اياز کي گهايل ڪندا رهيا آهن. پر انهن پنهنجن پراون کي الائي ڪيتري ڄاڻ آهي تہ اِهي بہ لفظ، اياز جهڙي شـاعـر لاءِ وهہ کـان وڌيڪ ڪڙا آهن. هـو چاهين ٿا تہ اياز پنهنجي بچـاءَ ۾ ڪجھہ چـوي. ڪي وري اهو ٿا سوچين تـہ اياز جواز ڏئي ۽ پاڻ کي ”جستيفاءِ“ ڪري. هو ٿٽا ڄاڻن تہ اياز انهن پنهي ڳالهين کان مٿاهون آهي.

ٿنڪرس لئبرريءَ وارن ۱۹۳۳ع ۾، هڪڙو ننڍڙو ڪتاب انهيءَ موضوع تي شايع ڪيو هو: جان مارلي جو ”آن ڪامپرومائيز“ (On Compromise). جيڪو اڄ بہ هڪ ڪلاسيڪ تصنيف آهي. مارلي ڪامپرومائيز جي تشريح اجهو هيئن ٿو ڪري:

In the opening sentences of the first chapter I spoke of a wise suspense in forming opinions, a wise reserve in expressing them and a wise tardiness in trying to realise them. Thus I meant to mark out the three independent provinces of compromise....

هـن وصـف مطـابـق ”ڪامپرومائيز“ جـا ٽـي دائـرا آهن: هڪڙو دائرو اهو آهي جنهن ۾ ماڻهو پنهنجي ڪانواءِ قائم ڪرڻ ۾ توقف ڪرڻ ۾ سياڻپ سمجهي؛ ٻيو دائرو اهـو آهي جنهن ۾ ان راءِ جي اظهار ۾ رک ـ رکان ڪرڻ ۾ سياڻپ سمجهي؛ ۽ ٽيون دائرو اهو آهي، جنهن ۾ ان راءِ کي بارآور ڪرڻ جي

ڪوشش ۾ دير ڪرڻ کي سياڻپ سمجهي. هاڻ انهن دائرن ۾
اياز کي رکي ڏسو، ۽ پوءِ فيصلو ڪريو ته اياز ڪيتريقدر
”ڪامپرومائيز“ جو ڏوهاري آهي! اياز نه رڳو راءِ قائم ڪرڻ
۾ ڪنهن تذبذب جو شڪار نه رهيو آهي، پر ان راءِ جي
اظهار ۾ به هن نه ڪا رک رکان ڪئي، نه ڪا لڪ لڪان.
شاعريءَ جي ڪارزار ۾ اياز ته پاڻ ايڏي وڏي واڪ پنهنجي
راءِ جو اظهار ڪيو، جو هن جي راءِ پنهنجي وقت جو نعرو
بڻجي ويئي. ۽ دراصل اِهو هڪڙو وڏو سبب هو اياز جي تڪليفن
۽ مصيبتن جو. هن نه اڳي رک رکان ڪئي، نه هاڻ ٿو ڪري:

پوءِ هڻن ٿا
اهڙا نعرا
”يٽ“ ”يٽ“ گونجي ٿي جن سان
منهنجي روح رباب جيان.
واريءَ جا طوفان آڻن ٿا
آنڌيءَ جئن انسان آڻن ٿا
ترَ برَ روز حساب جيان،
ها، ها، منهنجي خواب جيان
ڳاڙهي گُل گلاب جيان.

۽ هن جو يقين ته ڏسو:

نيٺ گهٽائون پرجي، ٽينديون
ساوڻ جون وسڪارون
گونجي گونجي نيٺ ته ٻٽبي
لوءِ سڄي للڪارون
تاوَ تتيءَ جا ڪيسين هوندا
ماڻهن مٿ ميارون!

انهن ميارن کان به، اياز گهڻو اڳتي وڌي ٿو وڃي، ۽
سچ کي سچ چوڻ ۾ ڪابه هٻڪ ڪانه ٿو ڏيکاري:

دیس دیس جا وردي۽ وارا
پنهنجي۽ پنهنجي۽ جنتا کي هيسائن ٿا
پونجي۽ وارا
ڇا ڇا ڦرلٽ لائن ٿا!

پنهنجي فڪر جي ميدان ۾ "ڪامپروماڻيز" ڪرڻ وارو شاعر اِئين ته ڪڏهن به جرئت اظهار نه ڪري سگهندو آهي.
هاڻ اچو ته مارلي جي هڪڙي بي وصف پڙهي ڏسون.
ممڪن آهي ته ان سان ڳالهه وڌيڪ صاف ٿي سگهي:

If he is genuine lover of truth, if he is inspired by the manly passion for seeing things as they are, and a manly abhorrence of holding ideas which do not conform to the facts, he will be wholly independent of the approval or assent of those around him.

سچ سان اها مردانه وار محبت ۽ ڪوڙ کان مردانه وار نفرت ڪندڙ اياز ڪي "ڪنفارمزم" جو ويڙ ڏيڻ وارن کي "ڇا ٿو سوچي ڇاڇرو!" وارو نظم پڙهي فيصلو ڪرڻو پوندو، يا هيئين سٽن تي پنهنجي راء قائم ڪرڻي پوندي:

لاڙ
ڪئي جن جاڙ
انهن جي پاڙ
پٽن ٿا،
گولين کان نه هٽن ٿا؛
جيپ منجهاران
ڙڙاڪ نڪ ڪن ٿا.
هو تاٺن بندوقون تن تي
هي سينا تاڻن ٿا!

اياز شاعر آهي: ڪو نظرياتي پروهت ڪو آهي: هو سنڌ

جي صدين جي پيڙا جو روح آهي. پر ساڳئي وقت هڪ انسان به آهي - اهڙو انسان آهي، جنهن جي انا کي پيچي پور پور ڪرڻ جا جتن ڪيا ويا؛ جنهن جي ديومالائن کي الائجي ڪهڙيون سٽيون پيارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. پر هن پنهنجي انا کي پُرڻ نه ڏنو، هن پنهنجي ديومالائن جي امرت ڌارا کي قائم رکڻ لاءِ پاڻ وره پيئڻ کي وڏيڪ سياڳو سمجهيو. جيڪڏهن هن کو غلط سياسي فيصلو ڪيو به، ته هڪ انسان جي حيثيت ۾، نه هڪ شاعر جي حيثيت ۾. جيڪڏهن هن کو غلط سياسي فيصلو ڪيو به، تڏهن به هن ان کي "جسٽيفاءِ" ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي. هن پاڻ شيشي جي محل ۾ ويهي ٻين تي پٿر نه اڇلايا. نه ئي هن ٻئي ڪنهن تي بار وڌو ته هو هن جي فيصلي کي صحيح سمجهن. انهيءَ به واٽي تي به هن جي اندر ۾ موجود شاعر هن جي اندر جي انسان تي حاوي پئجي ويو، ۽ اهو شاعر اڄ پنهنجي سمورن رنگين خوابن سان، سمورن پوپٽن جهڙن رنگين جذبن سان، "چنڊ، چنبيليءَ ول" سان موٽي آيو آهي.

منهنجي خيال ۾ سٺ واري ڏهاڪي وارو اياز، سمورا تجربا ڪري، پنهنجي روح کي زخمي ڪري، وري موٽي آيو آهي. سندس هيءَ شاعري اُنهن ئي جذبن جي شاعري آهي، جيڪي شاعر کي منفرد حيثيت ڏيندا آهن. ان ۾ زبان جي اُهائي اٿاهه گهرائي آهي، جذبن جي اُهائي سچائي آهي، سُرَ ۽ وزن جي اُهائي خوبصورتي آهي، جيڪا اياز جو مَرڪ آهي. اِها ٽه-پاسي هم آهنگي (Tri- dimensional harmony) هن کي وري انهيءَ بلنديءَ تي وٺي آئي آهي، جنهن جو ادراڪ بذات خود هڪ اهڙو جذبو آهي، جيڪو گهڻ-پاسو آهي ۽ وجداني ڪيفيت وارو آهي. وقت گذرڻ سان جتي اياز جو مطالعو وڌيو آهي، اتي زندگيءَ جي مشاهدي ۽ تجربن هن جي احساس کي نيون گهرايون عطا ڪيون آهن. شاعر جو احساس هونئن ئي ڪاتيءَ جي ڌار جهڙو تيز هوندو آهي. پوءِ اهي

تجربا، جيڪي خاص طرح اسان جهڙن ماڻهن ۽ معاشرن ۾ حاصل ٿين ٿا، اهي ان ڏار کي هيڪاري سرهاڻ تي چاڙهي وڌيڪ تکو ۽ تيز ڪري ٿا ڇڏين. ۽ اياز جا تجربا ته وري به هڪ حساس ۽ نهايت ذهين شاعر جا آهن. انهن هن کي، ڪن ڪن گوشن ۾ اهڙا جذبا عطا ڪيا آهن جن کي بيان ڪرڻ به مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ مشڪل آهي. ادب ـــ ۽ شاعريءَ ـــ جو هڪڙو ڪارج اهو آهي ته پڙهندڙ ان تي سوچيندو رهي، ان ۾ ڪردار بڻجندو رهي، ۽ پاڻ کي انهن لفظن ۽ جذبن سان هم آهنگ ڪرڻ لڳي. ۽ جڏهن شاعري لطيف جي هجي، يا اياز جي هجي، ته پوءِ ان جي اثر ۽ تاثير جي ڪيفيت کي محسوس ڪري ٿي دل ڳائون ماڻهون ٿيڻ تي لڳي. اياز جي ٻوليءَ ۾ جڏهن پوءِ ٿئن وڌيڪ موسيقيت ايندي تي وڃي. ان ۾ ٻاهرين موسيقيت آهي ته اندرين به. اها اندرين موسيقيت اسان وٽ تمام گهٽ شاعرن ۾ آهي. اياز جو استعارو البت ڪٿي ڪٿي ايترو ڳوڙهو ۽ غير عام ٿي ٿو وڃي، جو ان خاص ديومالا جي ڄاڻ رکڻ کان سواءِ، هرڪو پڙهندڙ ممڪن آهي ته ان جي اهميت ۽ تهه تائين پهچي نه سگهي. پر اياز جو اهڙو شعر آهي به انهن پڙهندڙن لاءِ جن کي اِن جو ادراڪ آهي.

اياز جي سڀ کان وڏي شاعراڻي خوبي اِها آهي، جو هن جي فڪر ۽ خيال ۾ جيڪا لطافت يا رنگيني آهي، ان لاءِ هو لفظ به اهڙا ئي لطيف ۽ رنگين ٿو استعمال ڪري، ۽ پوءِ ان کي ڳهاڙيٺو يا هيئت به اهڙي ٿو ڏئي، جيڪا ان خيال جي لطافت سان همآهنگ ٿي ٿي اچي. هتي مثال ڏجي ته شايد ڳالهه وڌيڪ واضح ٿي سگهندي. منهنجي نظر ۾ هينئين واٺيءَ جو حسن شاهه سائينءَ سان همسري پيو ڪري:

مَنڌ مـلـي مـيـهـارَ
تـہ چرڪا ڪير هيا؟

لهرين لُڙَ لهي ويا آخر
سانت وسي سنسارَ
تہ چرڪا ڪير هيا؟
ساهہ جڏهن ويساهہ سماڻو
پرَ ڪي پاتو پيارَ
تہ چرڪا ڪير هيا؟
پاڳا پاڳا ڪير هئي ڪلهہ
مان نہ هُيس منجهدارَ
تہ چرڪا ڪهڙ هيا؟

اِن ۾ ٻولي ڏسو، هيئت ڏسو، موسيقيت ڏسو ۽ فڪر جي گهوڙهائي ۽ گهرائي ڏسو. اها وائي فقط اياز ئي لکي ٿي سگهيو.

اياز هن مجموعي ۾ مختلف گهاڙيتن ۾ تجربا ڪيا آهن، ۽ ڪامياب تجربا ڪيا اٿس ڇاڪاڻ تہ اياز شعر جي هنرمنديءَ ۾ بہ وڏو ڪاريگر آهي. پر تڏهن بہ منهنجي خيال ۾، آهي ڏاريان گهاڙيتا، جيڪي اسان جي پنهنجي ڪلچر جو حصو بڻجڻ جي صلاحيت نٿا رکن، اُنهن تي تجربا ڪرڻ مان ڪو ڪارج يا سڦلتا نٿي ملي. اياز جهڙو وڏو شاعر انهن ڪي نيائي تہ وڃي ٿو، پر پڙهڻ کان پوءِ ڪا ڳالهہ کٽل، غيرمڪمل يا اڻين چٽجي تہ اڻ ٺهڪندڙ لڳي ٿي.

اياز جو هي مجموعو سنڌي ادب ۾ ۽ خاص طرح شاعريءَ ۾ هڪ خاص، منفرد جاءِ والاريندو ڇاڪاڻ تہ اياز انهن بلندين تي موٽي آيو آهي، جن ڪي اسان وٽ اسان جي وقت ۾ ٻيو ڪو شاعر اڃان ڇُهي نہ سگهيو آهي.

ڪراچي- ۹ سيپٽمبر، ۱۹۸۵ع — سراج



ميٺيءَ تي جنهن باک ڦٽي تي
پٽ پٽ آ ڳاڙهي گُلَ گلاب جيان
هن ڌرتيءَ جي خواب جيان۔
واريءَ تي لالاڻ اُفق ۾
آهي تيز شراب جيان،
ايڏي آ ڳاڙهاڻ اُفق ۾
شعلا شعلا پيچ پڳن جا
پائي جڻ اوڻار اچن ٿا،
منهنجي پرسان جهوڪ پڏن ٿا
پير ڇهن ٿا، لڙڪ اُگهن ٿا
پوءِ هٽن ٿا
اهڙا نعرا
پٽ پٽ گونجي ٿي جن سان
منهنجي رُوحَ رباب جيان۔
واريءَ جا طوفان اُٿن ٿا
آنڌيءَ جئن انسان اُٿن ٿا
ٿر بر روز حساب جيان،
ها، ها منهنجي خواب جياڻ
ڳاڙهي گُل گلاب جيان۔







ڪار ڪيڏوت هڪ سپنو آهي
ويڻ بہ سڀ پاڇاوان آهن

ڪنهن جي ڪَنڌ ڍُڪين تو پيارا؟
ڇا تي پوسرجين تو پيارا؟
هر شيءِ اڇٽي وڇٽي آهي
ڏک سک ڇاهي؟
جئن پاڻيءَ تي ڦوتا پيارا۔
اجّ بہ نيري نڀ ۾ تارا
نيل ڪمل جي ڪوڏين وانگر
ٽُپ ٽُپ ڪن ٿا ٽم ٽم ڪن ٿا
جڳ ۾ تنهنجين جوڏين وانگر
ڪيڏا بي انداز لڳن ٿا!
پاڪ ڦتيءَ جو ماڪ ڦنن تي
سج جا ڪرڻا چمڪائي ٿي۔
وَرتُ هٿن ۾، هوءَ پاڻياري
ڪنهن راتوڪيءَ ڳالھ تي مُرڪي
شرمائي ٿي۔
ڳج اندر جي لوڏيون آهن
شايد هاڻي پرڏيون آهن
مُڪ۔ متول، روپهري ون سان
اچٽو آ ڪو سورج ونسي۔
پو سينهونءَ تي ڳها ڳهر رکندي



پاڙيءَ کي ڇاڪاڻي ٿي.
مورَ ڏلن ٿيا
پاڙياريءَ جي ڏورَ ڏلن ٿا
هُڌهُڌ وڙ مُکٽ سان پنهنجي
ڇا ڇا ٻول ٻُرائي ٿو!
هورَ ـ هئي سان
ڇڻ ڪا شرط پُڇائي ٿو ـ

هي سڀ هوندي، گُمسُم آن ڇو؟
ويڻ ٻُڌي پوسرجين ڇو ٿو؟
ڪار ڪِرت هڪ سپنو آهي
ويڻ ٻه سڀ پاڇاوان آهن؛
پنهنجا گيت سمندر جهڙا
مَنَ ـ ڪُپّيءَ ۾ بند نه ڪر تون!
مَن ـ ڪُپّيءَ ۾ بند نه ڪر تون!
مَنَ ـ ڪُپّيءَ ۾ بند نه ڪر تون!






جي ڪُوتا تنهنجي ڪاج اچي
مان تولڻ پيھر ڳائيندس

تون چاهين تو پيھار پچان
مان پنهنجا هيٺا هڏ اڇان!
مان تو سان ساٿ نڀائيندس

مون تڙڪي رَت ـ تلاوَن ۾
۽ ڳَهرن ڳَهرن ڳهاوَن ۾
جو ڳاتو هو ورجائيندس

جي ويٺا پيھر وَڏ ڏنيا
۽ مرندي منهنجا نيڻ پنيا
مان تو ڪان لڙڪ لڪائيندس

جا آگ اُجهامي وئي آهي
جا هُرڪر ڪامي وئي آهي
مان تنهن ۾ دونهن دکائيندس

۽ چيري ساڻ چراڻن کي
مان ڳٽيءَ ڳاريل ڳاڻن کي
اڳ ڪان پيي اوچ بٺائيندس-

مون واريو تـوتي تن من ڌن
پر مون سان ڪر اي ديس وچن
تون پٽ تي موٽ نہ ڪائيندين

تون ڪـنّ نہ ڏيندين ڪُـوڙن کي
۽ وچـڙائـي وِيسُوڙن کـي
پلجـي نـہ وري پٽڪائيندين!

آ ڏورانهون پـر ڏسّ تـہ آ
ڪو گوندر ڪارڻ گسّ تہ آ
جو ووڙيندين سو پـائيندين

آ سچّ سنواتـن لاڙن جـو
پـرڪيندڙ پـنـڌ پهاڙن جـو
جي گهوريندين، گهبرائيندين

پـر تنهنجي منزل هڪڙي آ
جئن ماڻهوءَ ۾ دل هڪڙي آ
تون پُـٺ ڏئي پڇتائيندين!

جي ڪوٽا تنهنجي ڪاج اچي
مـان پيهر پيڙيـون پـائيندس
مـان پيهر ٽـولـئہ ڳائيندس





## ڪاچي جي هڪ هاريءَ سان ڳالهه ٻولهه

”نالو ڇاهي تنهنجو بابا؟“
”ڪيڙيءَ ڪان پڇ
”پتر پتر مون کي ڄاڻي–
”ٻيڙيءَ ڪان پڇ
”مون کي هرهڪ لهر سڃاڻي–
”سانجهيءَ تاڻي
”آپ تجوڙيءَ جي اُن چونديءَ ميڙيءَ ڪان پڇ
”مون کي مُلهه ڪڏو جنهن ناڻي–
”رات اچي ٿي منهنجي پاڻي
”سو تون هاڻي
”اُن جي ڪنهن ساهيڙيءَ ڪان پڇ
”چانڊوڪيءَ جو پاڇو پاڇو
”پٿر، پاڻي، سارو ڪاڇو
”واهڻ واهڻ مون کي ڄاڻي
”وڻ وڻ منهنجو سات سڃاڻي
”تو کي هرڪو چوندو ’بابا
”’هيءُ فلاڻو هاري آهي‘
”تو کي ذات ڏني آ ڏاهي
”اُن ڪتابن جا اوڳاڇي
”اڄ تون آيو آهين ڪاڇي
”وڃ ڪُتب خاني ۾ واڙي
”ويهي هيٺ پهاڙيءَ پاڇي

”مون کي پڻ ڪجهه پيڙي آهي
“مون ڪان نانءُ پڇين ٿو، بابا!“





تـو اچان ڪـِرچات مـان
سِج جا ڪرڻا ائين چڻ ڪـِرچيون
پـار ٿيون پـريـات مـان
آپ ۾ ڪڪري نـہ آ
بوند ڪائي بـُٽ تي پـَورٽي نـہ آ!
اي ميان! جي گهر ڏئين توکي پلو گهوڙو ڏيان،
جـي ڏئين موڙو وِهـڻ لئہ
هي زريءَ سان سـَنج تنهنجا اي ميان!
هـيءَ تـبـر تـو لاءِ آهـي
وِڄ جئن تـي جـا ڪيـئوي،
آءٌ چاهيان ٿو تہ ڪائي گودڙي، ڪائي رلي مون کي ملي
آءٌ جئن ليٽي پوان
چا چوان!
رات پـر ڪرچـات ۾ اي آجنبي
مون ڪا گهڙي
اکِ لاتـي ڪانــہ آ!
اکِ لاتـي ڪانــہ آ!





تـون ويڙهه ۾ ماريـو وئين
ڪيئي صديون گذري ويون،
درياهه رُخ ڦـيـري ويـو
ڪيئي جفائـون ٿي ويـون-
هـو رَتُ تنهنجي جـا ڦڙا
هـو لال مـوتـي سنڌ جـا
آڪاس پنهنجـي ڪنڌ ۾
پاتا هُيا-
ڪيئي صديون گذري ويـون
سنجها سَمي آڪاس سنڌوءَ کـي سـدا
آچي ڏنا
سي لال موتـي سنـڌ جـا
ها پـَر
نيـئـر
پاتـا نـہ وَر-مالها ڪَري!
ڪيئي صديون گذري ويـون
دولـهـہ دلاور ديـس جـا!
للڪار تنهنجـي جـا ليـا
مون گيت پنهنجي ۾ ڏنـا؛
مون گيت پنهنجي ۾ پڌا
هو ڪانَ جن تنهنجي هڻان
ڪَڙ ڪَڙ ڪئي ويرين مٿان-
ڪيئي صديـون گذري ويون
مون گونج تن جي گيت ۾



بيھر آيـاري سنڌ ۾،
۽ رَتَ تنھنجي جا ڦُڙا
ھو لال موتي سنڌ جا
ڪلھہ ڪنن مان آڪاس جي لاھي وتا
۽ پيانُ پنھنجي ڪنن ۾
ڦاسيءَ جي ڦندي جئن وڌا
۽ سوچيو ڪنھن وقت وَرَ۔ مالھا ڪري
سنڌوءَ ڪي پائيندس اھي:
افسوس، صد افسوس تنھنجي ديس تي
جنھن لال موتي ڪنن منھنجي مان ڇنا
۽ ھي نہ سوچيو گيت ڀيا ڪھڙا ھُيا
اُڳتي ھلي جي پائبا
سنڌوءَ کي وَرَ۔ مالھا ڪري!





يڳو ٽوڙهو-
ٽُڙ سان ٽيڪ ڏِئي هو پوڙهو
لهندو سِجُ ڏسي ٿو-

پيرا هُن جي پيشانيءَ ۾
ويندڙ ڏِڳُ لڳن ٿا،
هن جا نيڻ اُداسائيءَ سان
ڪيڏو ڏور ڏسن ٿا!

چَپُ سُڪل آهن هن جا، پر
اَڄُ اَجهايل آهي،
پو بہ اکين ۾ هن جي ڪيڏي
رُڃُ سمايل آهي!

سِجُ لهي مرجهايل ڳَلَ تي
هُن ڪي چُمي ڏني آ،
هاڻ تہ چڙ لالاڻ شفق جي
هن جي ڪا لوئي آ:

لوئيءَ منجهہ لڪي ويا آهن
هُن جا ڦٽ سُڪل ۽ آلا،
ڪيئي سُپنا، جي سيني ۾
ٿي آيا ها ٻرڇيون ڀالا

رات ڀاڙي جهرڻـي وانگـر
هُن کي ريڙهيندڙ وڃي آ
(ڏرٽ پروڻي هـِن جيوَن جـِي
چڻ ته اچا هن کي ڀڃي آ ـ

ماٽ ازل آ، ماٽ ابـد آ،
پٽـر جـي سيني ۾ آهـي،
پوءِ ٻـه جيوَن جي جوالا ۾
هـي سارو هنگامو ڇاهـي!)

چنڊُ مٽان ماٽا جي ٽـڻ جڻن
هن جي منهن لڳ آتـو آهي
هو سوچي ٿو ڇاڻي ڇم کان
هُن آخر ڇا پـاتـو آهـي!

ءُ پو پوڙهو
لهنـدو سچ ڏسـي ٿـو ـ
يڳو ٿـوڙهو....





ڪنهن نوائي ڪجهه ڳوليان ٿو
اي سيوهڻ جي مٽي! توتي
پير سڪندر جا ڳوليان ٿو

هن ڌرتيءَ تي ڪيئي آيا
ڪنهن زهريلي ڏونهين وانگر
جن سيني جا ساهه مُنجهايا

ارغونن جي ترخانن جي
تاريخ پڙهي مان لوچان ٿو
تقدير امر انسانن جي

جي ڏک ڏمر سهسائي ويا
۽ صديون پنهنجا ڳوڙها پي
ڪجهه گيت اڇوتا ڳائي ويا،

۽ صدين ڪان هي ڪٽڪ ڪٽان
سون لاءِ جهنم ٻجي ويا
مان ڪيسين تن جي لاءِ لڙان؟

چو مُرڪي منهن ڦيرائين ٿو
اي مروندي! مون ڏانهن ڏسي
ڇا تون به ائين ئي پائين ٿو



هڪ پوئين ويڙهه ۾ اچڻي آ
۽ مون کي وڙهندي مرڻو آ
پر منهنجي ڌرتي بچڻي آ!






تو نانگ ڳچيءَ ۾ ويڙهيو آ
نٽ راڄ ۾ ڪوئي ناهين تون!
ڪئن ناچ ڪرڻ ٿو چاهين تون؟

ٿو ڪنڌ مروڙي تنهنجو هُو
۽ ڳاٽو ٽوڙي تنهنجو هو؛
چو پاڻ مٿان ٿو ڏانهين تون

نٽ راڄ ۾ ڪوئي ناهين تون
تو نانگ ڳچيءَ ۾ ويڙهيو آ!





کنهي ڪَڻُ!
سمنڊ منهوڙي تان مون کي تون، کنهي ڪَڻُ!
دور دور ساحل تي هَڻُ!
جئن چوهي ۾ جهوني ون جا
چِڻ چِڻ پٽا
مون کي ايئن آڌاري هَلُ،
مون کان منهنجي سار کسي وَٺُ
پيار کسي وَٺُ!
نٽ کٽ ڪاريون ڪجريون اکڙيون
پندن، رکڙيون
پاڪُر چڻ انبار گلن جا
هائو، سڀ ڪجهه واري هَلُ
بار بار جي مُنهنجي مَن ۾
اُرهه انارن وانگر آيا
تن جون تاريون تاري هَلُ
هو مينديءَ جا ٿالهه ڪلهوڪا
چڻ کي ڌوڪا
رتڙا پير وساري هَلُ
پاڻُ پُڄاڻيءَ کي آڇيان مان
تنهنجي پاڻيءَ کي آڇيان مان
آف، هي جيئڻ جي هَڻُ هَڻُ!
کنهي ڪَڻُ! کنهي ڪَڻُ!

سمنڊ منهوڙي تانِ مون کي تون
ڪنيي ڪڻُ!





شام جـي دوشالـي ۾
دور چـام شوري مان
تون اچي رهـي آهين.

شام ـ سـج سنڌوءَ تـي
چڻ مصوّري تنهنجي
هئي شفق جيان مون سان
ڪالهه عاشقي تنهنجي

سرد شام سڪّر جـي
ڪو اَلاءُ پـي ڪونهي
تنهنجي پيار جو مون وٽ
اڄ پڙاءُ پـي ڪونهي

هيڪليـن هـوائـن ۾
تـو سواءِ گهاريان ٿـو
اي سـمور جڻن سپريـن
آءٌ توکي ساريـان ٿو

سرد شام سڪّر جـي
آءٌ پـي رهيـو آهيان
سار جـي سهاري سان
چڻ تہ جـي رهيو آهيان

ڪيترو پري هوندي
ايترو پري ناهين!
شام جي دوشالي ۾
تون اچي رهي آهين

دور، چام شوري مان-






## پنهنجي هڪ اردو نظم جو ترجمو

دور ڪيلاش تان
چنڊ هيمنت جو
منهنجي من کي سدائين سڏيندو رهيو
مان جو رُڃ ۾ هان
ڪا گهڙي ويهه مان
موٽ ڪائي ڪري
ٻڙچين ڪان پري
ننڊ جون جهپڪيون
مون کي ڏاڍو وڻيون
رڻ تي سورج جا تنهن
هو تکا تاوڙا!
مُنهن لڪايو نه مون
ڪالهه رهڙن ڪنان۔
گهاو ڀرجي ويا
منهنجي ڇاتيءَ مٿان
ڪيڏا ڪارن گلابن جا ٻوٽا هيا!
ويرين هيءَ شڪايت نه مون سان ڪئي
ويڙهه ۾ وار مون ڪنهن تي اوچا ڪيا
هو مرڻ ميٺو ۽ نه مارڻ جو ڏَر
ها، مگر

رڻ جي ڇرڇري ڪنڌڙ ريت تي
دور ڪيلاش تان
چنڊ هيمنت جو
منهنجي مَنِ کي سڏائين سڏيندو رهيو-



---

ڪيلاش - هماليہ ۾ هڪ اوچي پهاڙ جو نالو
هيمنت - سيارو (نومبر - ڊسمبر)
آڇيا - ڪمينائيءَ سان ڀريل، نفرت جهڙا




چا ٿو سوچين چاچرو!

ڪرتي بانجهه آنهيءَ ۾ چاهي؟
پيٽ پيٽ ڪنهن تي ولنگر آ
جنهن ۾ ڪائي ڏار نه آهي!

هيل گهتا گهنگهور نه ڪائي
آنڌي زورائن زور نه ڪائي
مور ميگهه کي تاڙن بيٺا
تاڙا ايئن تنولون تا چڻ
انڌن آپ کي ڦاڙن بيٺا؛
برس برس ڙي بادل هاٿي
ڏاڍا ڏينهن لڳايا تيي!
ديس ديس ۾ دور دور تي
ڪيڏا مينهن وسايا تيي!
اچ، اچ پوڙان پوڙ هلي آ!
وڏيءَ ڦڙي جون گوليون تاڻي
هاٿي تابڙتوڙ هلي آ!
گرج گرج بانورجيي بادل
گرج گرج، ڪڙ گوڙ، هلي آ!
ڏنوانن جا ڏوڙي ڏڙڪن
جن ميڙي آ موڙي ڏڙڪن
ڏاڍن ۾ ڏهڪاءُ وجهي ڇڏ!
پٽ پهاڙن کي پاڙن کان

پولارَن پڙلاوَ وجهي چڏ!
رهزن لوڙهي چڏ ريلن ۾
ڏس! ڪيڏي آ ورهه ويلن ۾
گرج گرج ڙي، برس برس ڙي!
تلسارين تي ڪو ته ترس ڙي!
چوها! تي نه متاڇرو!

ڇا تو سوچي ڇاڇرو؟؟؟؟؟؟





آءٌ امرتاپريتم تنهنجو
وارث شاهه ته آهيان

قبرن مان ڳالهايان وينو
پريت پراڻيءَ جون سڀ باتيون
ورهين کان ورجايان وينو

تنهنجا منهنجا سڀ جا ڏکڙا
گيت گيت ۾ ڳايان وينو

ميت ميت کي مرهم آچي
جهوڙا قَتَّ چِٽايان وينو

مان ئي رانجهو، مان ئي ونجهلي
جهومي جهنگ نچايان وينو
پنج ند پريايان وينو

آءٌ امرتاپريتم تنهنجو
وارث شاهه ته آهيان





اڃا به ڪوري ڪتّي
منهنجي من ۾
پريت جا ڌاڳا ڪتّي!

آءٌ ڪبير نه آهيان، ها پر
سوچ ته ساڳي آهي
من ويراڳي آهي-

جنم مرڻ جي وچ ۾ ندي
ڪري نانگ جئن لهرا-
پريت مٿان سَوَ پهرا
هن نفرت ۽ خوف جي دنيا
۾ جي ڌاڳا
راڪي بندڻ ٻڌجي سگهندا
ها، هـا اهڙا
پريت جا ڌاڳا ڪتّي!
اڃا به ڪوري ڪتّي
منهنجي من ۾
چوري چوري ڪتّي.





پريم ڊِوانـي ميران روئـي
ڇا ڪان شيام نـه آيـو؟

ماڌوريءَ جي مهڪ اچي ٿـي،
دور ڪدم تان ڪويل ڪوڪـي،
ڪنهن جي سُنڊ سُگند اچي ٿي
منهنجو مـن هـرڪايـو؟
ڇا ڪان شيام نـه آيـو؟

من مرجهايل ڦـول هجي جئن
سانجهه سمئه گوڌول هجي جئن،
گـوالا آيـا گايـون آيـون
منهنجو جـيءُ گهـبرايـو
ڇا ڪان شيام نـه آيـو؟

سانـورڙا! مان ساڳـي آهيان
تـو لئه راتيون جاڳي آهيان
منهنجا انگ اڳا بـه نچن تـا
ڳاهـون تنهنجون ڳايـو،
ڇا ڪان شيام نـه آيـو؟





آنڌرا ديش جي سندر ناري!
تون جا ڪاري پٿر جي چٽ مورتي آهين،
ڪير چوي بدصورتي آهين!
سُندر رجني! روپ تہ آهي ڪاڙيارو
اڇي جو يا ڪاري جو:
تون؟ تہ اجنتا، ايلورا جئن پياري آهين
ڪاريءَ ڪويل جهي ڪوُڪوُ جئن
انگ انگ متوازي آهين
تون اوشا کان نياري آهين،
ٿر جي ريتيءَ تي ڪولهڻ جئن
سُگهڙ آنهي، سگهاري آهين:
وَنَ واسَ بن ڪا شيءِ ناهي
پيار پياسَ بن ڪا شيءِ ناهي—
تنهنجا چَپَ بہ ڪاشيءَ پيالا
آلا آلا
مُنهن مان مُنهن ۾ امرت اوتن
جڳ جڳ جيءَ جوالا—
تـون ڪيڏي آجياري آهين
ناري، تون جا ڪاري آهين!





ڪيڏي ڏَپُ آٿي آ اُن مَان
ڪُتا ڀونڪُ پٽين ٿا
پِيُ اُنهن جا پرڻا ناهن
بينا چِپُ چٽن ٿا
اندر مان اوڳاڇي سڀ ڪجهه
ٻاهر چاٽَ چٽن ٿا

ڏينهن تتي جو ڪنڌيءَ ڪامون
پيلا گُل ڇاڻن ٿيون
ڪانوَ ڪُمهلا، تن جي ’ڪان‘ ’ڪان‘
تير جيان تاڻن ٿيون
پنهنجي هينان پوري پٽ کي
ڪرڻ سان واڻن ٿيون

نيٺ گهٽائون پرجي، ٿينديون
سانوڻ جون وسڪارون
گونجي گونجي نيٺ ته ٻڌبي
لوءِ سڄي للڪارون
تاوَ تتيءَ جا ڪيسين هوندا
ماڻهن متِ ميارون!





پن لُڏِي انجهر جا
ٿا هڻن ڇڻ ريگ مالَ
پوءِ به آهي
رُح هوا جو داغَ داغَ.

هو مٿان ڪارا ڪُلاغَ
ڪالهه جئن 'ڪان ڪان' ڪَري
آسمانن کي پري
بي سري آواز سان
آرزوءَ جا ٺيڻ گهولن ٿا پيا.

ءِ نئون رهبر وري
زندگيءَ جي ساز کي
هيلِ جي مضراب جئن ڇيڙي پيو.

ڏينهن پر ڪيڙي پيو
اڳ جيان هاري نڀال،
رات جو ليٽِي آئين ئي ڪَٽ تي تارا ڪتيون ميڙي پيو.







هي جي ڀوڙ ڀلاوَن وارا
سياسي ڳالهيون ڪَن ٿا،
آزاديءَ جي نالي تي جڻ
وَر وَر گهورَ وڃن ٿا
وَڏَا وَڏيرا
ڳٽ ڳٽ ڳيرا
هي جي بيان ڏين ٿا،
’ڪيرنسڪي‘ به ته ناهن!
انقلاب ٿا چاهن؟
هو جي پيٽڙن مٿ تي گهاري
پنهنجي نفس کي ملري
پيٽ بکين لئه وڙهندا آهن
پيٽ ڀرين کان چڙندا آهن
سي ڪيڏانهن ويا آهن؟
ءُ جي ڪاٺ پيا آهن
ڇا تن ۾ ڪو لينن آهي؟
هن ڌرتيءَ جو لينن آهي؟؟؟....





چانڊڪا تي
چنڊ جون ڳالهيون ته ٻُڌ!
تو چوي،
”موت ڏي ڪلنڌو وڃي
”ڪيڪار ڪَرَ-
”جي مَلهي مُرڪي مُٺا
”سي يار ڪَرَ،
”گهوٽ آهين جي ته تون
”سوري ڏسي سينگار ڪر
”عشق سان اقرار ڪر
”اِئن ڏسن تنهنجون اکيون
”حُسن اڳ ڪان سرس ٿئي
”پيار، اهڙا پيار ڪر!“

چانڊڪا تي
چنڊ جون ڳالهيون ته ٻُڌ!





فون اچي ٿو
منهنجي پٽ جو
ڊبلن مان —
سڪر ۾ آڙاهه وسن ٿا
جوُن جهتر جهڙو آهي،
ٻاهر ڪيڏو جهولو آهي
پر ڊبلن ۾ سردي ٿئي ٿي
مينهن وسي ٿو —

دنيا ڪيڏي ننڍڙي آهي
چڻ ڪا وهه جي گنڊڙي آهي،
ڪن ڪي رنگ ورهايو آهي
ڪن ڪي نسل پراڻي نفرت سان
آپس ۾ اٽڪايو آهي
قومن جا قومن جي اندر
وحشي ڏند کُتا آهن،
مذهب، قوم پرستي، ٻولي
ماڻهن لاءِ کُتا آهن؛
ماڻهو ڄڻ ته ڪُتا آهن
بات بات تي ڪُرڪي، پنهنجا
ڪاٽينا ڏيکارن ٿا
آيري چيرن ڦاڙن ٿا
گوليون ٺائي مارن ٿا

ٻہ هٿن تا، زهري جيت اُڇلائن ٿا
دور خلا مان ڌرتيءَ کي ڌهڪائن ٿا
هڪٻئي تي ويساهہ نہ ڪَن ٿا
ڇڻ هڪٻئي کي کائن ٿا.
ديس ديس جا ورديءَ وارا
پنهنجيءَ پنهنجيءَ جنتا کي هيسائن ٿا
پونجيءَ وارا
ڇا ڇا قُدرت لائن تا،
اوڏر تي هٿيار ڏئي، هوءَ
دنيا کي ويڙهائن ٿا
هِن ڌرتيءَ کي ناس ڪرڻ جا
ڪيڏا سانگ رچائن ٿا!
پانيان ڪنهن مغرب جي شاعر
مستقبل تي سوچي چيو آ،
”پون وِچ سمنڊ آڏامي ويو آ
”گهيرَ هوا ۾ لوڏيائي آ“
ورديءَ وارا
پونجيءَ وارا
ٻئي ڌرتيءَ جا دشمن آهن
تن کان پاڻ ڇڏايون ڇو نہ!
ديسن جون سيمائون واري
هڪڙو ديس ٻڌايون ڇو نہ!

ڏرتي ڪيڏي ننيڙي آهي!
چو هئن وهه جي ڳنيڙي آهي؟
امرت رس برسايون چو نہ؟
سڀ سان پيار وڌايون چو نہ؟





آرهڙ جو آڪاس پري ٿو
ڪانگ لنوي ٿو ڪنڊيءَ تي-

نيٺ ته ڏرتي
ويس وسڻ جا پائيندي
لوُسڻ جئن لهرائيندي!
لوءَ لڳي ٿي
آءٌ لکان ٿو

لکندي لکندي سِڄُ لهي ٿو
جڳَ چڙهي ٿو جنڊيءَ تي

رات اچي ٿي
گهر گهر ڏيئا ٽمڪن ٿا،
جن ۾ سپنا جهمڪن ٿا،
ننڊ اچي ٿي
آءٌ لکان ٿو-





گورڪَنَ
سنگِ لحد جن کي پُٺيءَ تي آهن
پر ڪفن ڪونہ اٿن
ورديون پاتي ٿا وڃن-
رتَ ريلا ٿو ڪري مينهن جيان
هو بکشي شينهن جيان
ٿا سڃو ڏينهن گجن-
زندگانيءَ کي ڪا معني ناهي
بس رڳو موت کي معني آهي؛
ڪوئي جنهن وقت مقابل ٿو ٿئي
هو بہ گوليون ٿو هلائي، ڦري قاتل ٿو ٿئي-
گورڪَنَ
سنگِ لحد جن جا ڪِري پيا آهن
۽ ڪفن ڪونہ اٿن،
هيڏي هوڏي ٿا پڃن، جون
ورديون واتَ پٽي رتَ گرڙيون ڪن ٿيون؛
ڌرتتيءَ تي ٿا لڇن،
اڄ مرن،
مون کي پاڻيءَ جي ڪلي آهہ مگر ڪهل آنهن لئہ ناهي،
مون ۾ انسانُ جو زندهہ آهي،



پاڻ پاڻي پي، ڪليءَ کي ڪولي
هيٺ هاري ٿو مٿن مٽيءَ ٿي.






چا چا من ۾ آڻين ٿو
آدما چنڊ اماڻين ٿو!
روجهه پچن ٿا
واريءَ تان ڪُر ايئن ڪِچن ٿا
چڻ ڏرتيءَ جا سُڏڪا آهن!
چا ٿا چاهن؟
تَلَ ترايون پَٽَ ٽِي رپيءَ،
مَن تان ميڻهي
هو ڪيڏانهن وڃن ٿا،
ڪنهن جي ڪونہ مڃن ٿا!
ساري رات پيٽن تان ڪُتا
چنڊ ڏسي اوناڙون ڪن ٿا،
روجهه آنهن کي ڪونہ پُڏن ٿا
هو ڪيڏانهن وڃن ٿا؟
جهونجهڪڙي ۾ چانڊوڪي، جنهن
ماءَ ڳراليون پائي—
تن کي ڪيئن مڃائي؟
هو جي رڻ جا راهي آهن
ڪاري رڻ ۾ مرڻا آهن
واپس مور نہ ورڻا آهن،
ڏينهن تتي جي ناهر جا ننهن
تن جي ماس ۾ کُپيا آهن
’چنڊ سدائين رهڻو آهي‘—
اَن وشواس ۾ کُپيا آهن

پوءِ پيتن ٽِيان
روجهه پيچن ٽا
واريءَ تان ڪُرُ ايئن ڪچن ٽا
چڻ ڌرتيءَ جا سِڏڪا آهن!





ڏرتيءَ جي سنسان ڊگر تي
نيل گگن جا نيڻ ڏسن ٿا،
رجنيءَ جي ساري سُندرتا
ڪهڙي راهيءَ ڪي ڳولي ٿي؟

ڪير پرهه جو ڪانڪي آهي
جو اونده ۾ گم ٿي ويو آ،
ڏرتيءَ جي سنسان ڊگر تي
ويندي جنهن جا پير لڳن ٿا،
جنهن کي هر هر نيڻ ڏسن ٿا
نيل گگن جا؟

پند پرهه ڏي ڪُنڊو ناهي
نيل گگن جا نيڻ ڏمن ٿا
واٽهڙوءَ تي ماڪ وسي ٿي
ڏرتيءَ جي سنسان ڊگر تي
ننڊ نگر تي





باک ڦٽي آ
ماڪ ڦُڙن جي ڇڻ ڇڻ ٿئي ٿي
منهنجي ديوي!
تارَ تارَ کي بسنت جي ڇڻ پياس لڳي آ
ڦول ڦول هڪ ڳاڙهي مڌ جو پيالو آهي
جنهن ۾ باک اُجالو آهي؛
آءٌ، ڪُلهي تي ڪينر، پَرُ جئن
تنهنجي در تي آيو آهيان:
رُت بدلي آ
باک ڦٽي آ
وَڻَ وَڻَ هيئين هُرڪُر آهي
چِوِن چِوِن آهي چُرپر آهي،
آءٌ وري ڳائڻ چاهيان ٿو
توکي پنهنجي من جي مالها
آءٌ وري پائڻ چاهيان ٿو
گيت چپن تي بيتا آهن
تون ٿي ڏس وَنَ واسُ اُنهن جو
هيل ته ساري ڌرتي ۽ آڪاس اُنهن جو
مان ته رڳو هي ڄاڻان ٿو
تارَ تارَ جئن منهنجي من کي
بسنت رُت جي پياس لڳي آ
گيت گُلن جئن باک ڦٽيءَ جو

ڳاڙهو مڏ ’پيارن ٿـا
منهنجو جيءُ جيارن ٿا۔







پيار ٿيا اغيار، چون ٿا ”تون تہ ٺٺي پيو آهين!“

لوهو، پٿر، سي بہ ٺٺن ٿا
مان تہ رڳو مهڪار، چون ٿيا ”تون تہ ٺٺي پيو آهين!“

توڙي مون ۾ آجُ بہ ساڳي
آهي آپَ آڌار، چون ٿا ”تون تہ ٺٺي پيو آهين!“

توڙي مون ۾ اڄُ بہ آهن
پرديسين سان پيارَ، چون ٿا ”تون تہ ٺٺي پيو آهين!“

توڙي ڏاڍ ڏمر لئہ آهي
مون کي اڄ بہ ڌڪار، چون ٿا ”تون تہ ٺٺي پيو آهين!“

ڇا هو ڄاڻن ڪيئن ٺٺن ٿا
طوفانن ۾ ڏار؟ چون ٿا ”تون تہ ٺٺي پيو آهين!“

منهنجا پير اڳي کان اڳتي
پر منهنجا ساٿيار چون ٿا ”تون تہ ٺٺي پيو آهين!







نيٺ آهو طوفان اچي ويو
جنهن جي وڻ وڻ جي ڇاتيءَ ۾
ڪنبڻي هئي!

ڪيڏي آ گجگوڙ گهٽا ۾
ڪاريءَ ٻوڙان ٻوڙ گهٽا ۾
آتر ڏکڻ وڄ ورا ڪا
چوڌاري چمڪاٽ هوا ۾
وسٽيون ساريون واڪا واڪا
ٽارين جا تڙڪاٽ هوا ۾
پاڙن ٽائين ڏار ڏکن ٿا
پرلءَ ڪان پاتار ڏکن ٿا
ڏيان اندر ڏڏڪار ائين جئن
ڇولين جا ڇلڪاٽ هوا ۾،
سارا سمنڊ پٽڻ کو چاهي
ايڏي آڇ آساٽ هوا ۾!
ڪيڏي آپ ولوڙ گهٽا ۾
ڪاريءَ ٻوڙان ٻوڙ گهٽا ۾!

ماڻڪو وسڪي!
اٺويهه ستوُ سترهين ڪي تو جئن
ڪالهه ڏٺو هو،

آءُ ڏسان تــو اڳـِني چا چا
تــورو پــرتــي کهڙا پــاچا
کهــڙا پــاچــا؟
کهــڙا پــاچــا؟؟؟....





اج تہ اکن جون نيرڙيون ڦلڙيون
ڪنهن بيوه جي اکڙين وانگر
مُرجهايل مُرجهايل آهن:

سڄا عقابي چنبا آهي
وڻ ٽڻ چڻ ڪي پاريهر، جي
ڏونڌاڙيل، دهڪايل آهن:

ڪانگ لنون تا
پر ڏنوٽيءَ ڪي جيئن ڏنوَن تا
گهبرايل گهبرايل آهن:

هرڻيون رُڃ رُلايل آهن
گهايل آهن:

سج جا ڪرڻا
ڏينهن تتي جي پايل آهن
موت انوکو ناچ نچي تو،
آرهڙ جي آڪاس منجهان چڻ هيٺ اچي تو
ڪوئي آن ڪان ڪونہ بچي تو.






ڪاش، هجان مان لهرن وانگر
ڪاش سگهان مان موتي!

”تو ايڏي پٽ ڪوهُ ڪئي چو؟“
چنڊ ڪيلي تو
ڪِيل نہ آن جي ڪوتي!

ڪنڌيءَ تي ڪا ڇِڪ نہ آهي
سِڪ نہ آهي
سيڪ جهہ آهہ وڇوٽي؛

ڪاش سگهان مان موتي
ڪاش هجان مان لهرن وانگر!







”تو لئہ آءٌ آچايل آهيان،
”ڇا تون پاڻيءَ پيالو تيندينءَ؟
”ڇا تون منهنجا چپ چميندينءَ؟“ —
”تنهنجي لاءِ نہ آهيان“.

”تو لئہ آءٌ بکايل آهيان،
”ڇا تون منهنجي پنڊي تيندينءَ؟
”ڇا تون مون سان پيار وڌيدينءَ؟“ —
”تنهنجي لاءِ نہ آهيان“.

”ڏاڍو آءٌ ڏکايل آهيان،
”ڇا تون مون کي آٿت ڏيندينءَ؟
”ساري رات پترٺي تيندينءَ؟“ —
”تنهنجي لاءِ نہ آهيان“.

”ڏس، مان ڪيڏو گهايل آهيان
”ڇا مون کي پنهنجا پر ڏيندينءَ؟
”مون کي ڪنهن ڪڪريءَ تي نيندينءَ؟“ —
”تنهنجي لاءِ نہ آهيان“.

”آءٌ تہ ڪوئي سپنو آهيان
”برفاني ڪهسارن ۾ ڪو
”جهر جهر جيون جهرڻو آهيان
”تنهن پنڇيءَ جو پاڇو آهيان

”جنهن کي ڪنهن به نه پڪڙيو آهي؛
”جنهن کي ڪنهن به نه جڪڙيو آهي
”اهڙيءَ خوشبوءَ وانگر آهيان
”پل جبي جادوءَ وانگر آهيان،
”منهنجين اکڙين ۾ اڙبينءَ تون؟
”منهنجي جادوءَ ۾ جڙبينءَ تون؟“

”تنهنجي لاءِ نه آهيان
”ساجن!
”تنهنجي لاءِ نه آهيان“







نـاهي کو آڪاسُ
ڪراچيءَ ۾!

دونهـون دونهـون سارا ماڙا
چوُرنگـي چـا چاڪـي واڙا
چـَنڊُ ڪٿي ڪٿ سَواس
ڪراچيءَ ۾!

ڍِڳــ تيو آ ڪارو نـاٺــو
ڪاٺو راٺــي اگهه وڪاٺــو
مومل چاهــي؟ ماسُ
ڪراچيءَ ۾

ٻاڳ ڏنو آ ڪنهن کي ٻيڙو!
ڪونيءَ جو مالڪ هي ڪيڙو؟
مهڪي موتئي واسُ
ڪراچيءَ ۾







”سيٺ! گُلاب!
”جِهڙي تنهنجي جوءِ پـلارا
”اهڙا پيارا
”مون وٽ سيٺ، گُلاب!

”اگهه انهن جو؟ ايڏي جهِڪ جهِڪ!
”تنهنجي جڳ مڳ جوءِ گهٽي ۾؟
”ڳاڙها ڳَلَ، ابوءِ، گهٽي ۾؟
”نوڪر، چاڪر، موٽر، ڪوٺي
”سڀ تي، ڪيڏي لاڳت تنهنجي
”جنهن سان سُرها خواب؟...
”مون وٽ سيٺ، گُلاب!
”جِهڙي تنهنجي جوءِ پـلارا
”اهڙا پيارا
”مون وٽ سُرها خواب
”مون وٽ سيٺ، گُلاب!“





ميز مٿان هُو مُرڪَّ هڻن ٿا
آٽويهه سَوَ سترهين جي وڻ مان
پَنَّ ڇڻن ٿا۔
ڇا سوچن ٿا؟
ڇا هيءَ ساڳي دنيا آهي؟
هُو لينن ۾ ڇا لوچن ٿا؟
ڄاڻن ٿا ته اڇوڪا آمر
رومانوف نه آهن؟
ڊوسٽو وسڪيءَ وانگر ڪنهن کي
ڪوڙا خوف نه آهن؟
اڄ ڪلهه جا جلاد نه ساڳيا،
اڄ ڪلهه جا پرويز نه ساڳيا
اڄ ڪلهه جا فرهاد نه ساڳيا۔
ڏونگر ڏرندو
ها پر ان مان
کير جي ندي وهڻي ناهي
خون جي ندي وهڻي آهي۔
منهنجي ڳالهه ٻڌي هو مون تي
ڪاوڙ ڪن ٿا
ميز مٿان هڪ مُرڪَّ هڻن ٿا۔





هائي سو طوفان نہ آهي
جنهن مون کي ڪلهہ ڏوڏيو هو.

هاڻي تون هر جاءِ نہ آهين،
وڻ ٽڻ واٽون، ڇانوَ ڇپر جي
ڇات ڇمر جي
سڀ ۾ تنهنجو واسُ نہ آهي،
سڀ ۾ تنهنجو روپ نہ آهي؛
تون پونم جي رات نہ آهين
ساوڻ جي برسات نہ آهين
ڪويل ڪُوآو، ڪُوآو، ڪُوآو
اڄ تون تَنهنجي تات نہ آهين،
راتڙين ۾ نانهہ رتل تون
تارن جي بارات نہ آهين؛
چنگ، چڙا سڀ چُپ ۾ آهن
گهاٽ گهڙا سڀ اڱ جئن ناهن؛
اڄ مُرليءَ جي تانَ پَراران
تو تي تير نہ تاڻي ٿي،
تنهنجي پريت نہ بيوس آهي
گهر جي ساکَ سُڄاڻي ٿي!
هاڻي تون هرجاءِ نہ آهين،
روپَ سجل سان پيون بہ تہ آهن
نيڻ ڪجل سان بيا بہ تہ آهن؛

دل کي ڏيـر اچي ويـو آهي،
دل ايـڏي ويـران نـہ آهـي،
هاڻـي سو طوفـان نـہ آهـي
جنهن مون کي ڪلهہ ڏوڙيو هو.





بس، ڪافي پَٽَ کوهه ڪئي سين
اي دل، هاڻي بس ڪـر!

تنهنجي دک دک ايئن لڳي ٿـي
منهنجا پـيـر پهاڙن تـي چـڻ،
پـَٽَ پٿراوان، ساڳـي هـڻ هـَڻ،
واٽ نه وَڻ ٽـَڻ!
پوءِ به پٽ تي ڪونه ڏسون ٿـا
هـن جيئڻ جـي هيڏيءَ ساريءَ
جـٽ تي ڪونه ڏسون ٿا!
نـانءُ چڏيـوسين
ڏرتيءَ تـي ٿـرتـانءُ چڏيـوسين
پنهنجي مـن جـي پيچي ڪارڻ
ڏن جـو پيچو ڪونـه ڪيوسين
نـيـڻ پـچـي پيا ويـڻ پڌاسين
ڪجهه به ورائي ڪونـه چيوسين؛
ڪيئي ورهيه ورهـه پيتي آهـي،
ماڻـهـن لـيـڪـي هـارائـي آ
سچ تـه بـازي جيتـي آهـي؛
سچ جـي راهه انـوڪـي آهـي
ڪيـڏا لـڪ لـتـاڙيـا آهـن!
سچ پهاڙن جـي پٽ تـان آ
سانجهيءَ سـڳـ سلهاڙيـا آهـن
ڏاڍو ڏور چـٽانـن جاــ

پنهنجو پنڌ نه پڄڻو آهي
’اَڄ سياڻي‘ بَس ڪر!
اي دل هاڻي، بَس ڪر!







هو وردين سان جيپ منجهاران
نڙاڪ نڪ نڪ ڪن ٿيا

ماڻهو هيٺ ڪِرن ٿا
قبرڻين جيئن قِرن ٿا
ميڙ
هزارين ڳهڙ،
تڏا ۽ تيڙ،
وڏن ٿا
جيپ منجهاران
نڙاڪ نڪ نڪ ڪن ٿا

پٽ تي پير هڻن ٿا
هلءِ تين ٿا
بلءِ ڏين ٿا
جهنڊا اوچا ڪن ٿا
ڪنهن جي ڪونه ٻڌن ٿا،
لاڙ
ڪٿي جن جاڙ
آنهن جي پاڙ
پٽن ٿا،
گولين ڪان نه هٽن ٿا؛
جيپ منجهاران
نڙاڪ نڪ نڪ ڪن ٿا



هو تاڻن بندوقون تن تي
هي سينا تاڻن ٿا.

املتاس جا وڻ رستي تي
پيلا گل جهلي بيٺا آهن ٿا
رت جي ڳاڙهيري ريلي تي
پيلا گل چاڙهن ٿا.





برسي،
هاءِ نہ ترسي ٻادل!

سَرهو جَلُ ٿَلُ
ڇِگُون ڇوليون،
لَسيئُن لوليون
ماٿيون، مايون،
ٻيرڪي جو ٻُوڻُ تي ياٿا،
چاڏيون، چاٿا،
وَرتَ [illegible] ۾،
ڪُوهن ٻوڪا،
ٻانهون، ٻهڙا،
ڪَنجَ، ڪنوڻ ۾
جهانجهر جهَلڪا؛
ڏرتي چمڇم
سانجهي ٿي آ
آرتي چمڇم،
مينهن ڦُڙيون
پوپاڙيءَ پاڇا،
ويندي ويندي
ڪنهن ڪيتيءَ سان
يا ريتيءَ سان
سِڄَ چنڊ جي
مُرڪ ونڊيندي

بادل دوُر هليو ويو آهي-
ڪارونڀار اچي ٿو ڪاهي
برسي برسي بادل آن ۾
پيهي ويندوءِ
جل ٿل جو پورئهي ويندو،
ڪنهن جي لاءِ نه ترسي بادل
برسي،
هاڻ نه ترسي بادل!







آءُ لڏان ٿو،
ڪينجهر جي هندوري ۾ —

دور، وهندو ٿڦڻيءَ وانگر
پيرڪي جهڙي ڊوري ۾ —
آڙين جا آواز اچن ٿا،
پيچ پنيءَ جا ڪارا ڪپڙا
ڇهڪ ڏئي ڪو ڦاڙي ٿو
پوري ٻاڪ آگهاڙي ٿو،
ڳاڙهو سج اُپاري ٿو
ڪينجهر جڻ ۾ تماشيءَ وانگر
نوريءَ ڏانهن نهاري ٿو —
ڪير ٻڌي ٿو دل کي دل سان
اڄ ريشم جي ڏوريءَ ۾
ڪينجهر جي هندوري ۾؟



---

ٿڦڻي — پاڻيءَ جو پکي



ٽيمس نديءَ لنڊن ۾
سچ لڳو آ!
نديءَ تو جيئن تلڪ هنيو آ
گيتا!
اهيون تون مان پاڇا
جن نديءَ جي پاڻيءَ ۾
ڪيئي سال ٿيا جو تو مان
هيٺ ڏٺو هو بيهي پر تان
سرسوتيءَ جي پاڙيءَ ۾
تو مون کي تنهن وقت ٻڌو هو
رَمتي راڳڻي ٻنڌن.
ڪيئن چوان، ڪيئن گذريو جيوَن!
بس، هي سوچي تو منهنجو من،
”لهريون، پاڇا روز ملن ٿا
”اون-داهي سنڌائي سان“
گيتا، ٿي هيڏانهن! وچي ٿي
بس وڏي زنائي سان....



---

سرسوتي — ندي، جا دهليءَ جي اُتر اوير ۾ پهاڙن مان نڪري ٿي ۽ ڏکڻ اولهه طرف وڃي، واراڻاسي ۾ گم ٿي وڃي ٿي.



آنيءَ جِئن آڪاس،
مڇي پرڪيرتيءَ وانگر
ڇوڙاڙي بي انت سمندر،
جنهن ۾ ڪيئي مڇيون آهن
ها، ڪيئي پرڪرتيون آهن!
آنيءَ جي ڪُکَ تريءَ وانگر
ڇوڙاڙي بي انت سمندر!





ڪيڏو آهه آلوڏو جيونُ
لوڻ رڳو ڳوڙهن ۾ آهي!

نيرن ٻلران ڪوپ چانهه جو
’هفتي وار‘ ۾ ايٿوپيا جا
ننگا فوٽا
ڪنگيءَ ورتل وار، آنهن جا
پيٽ پٽنيءَ سان، هڏيون نڪتل
هڏ - پڃرا، پاسيريون نڪتل؛
موت آنهن جي ماٽڪين مان
جيئڻ تي ٿڪار ڪري ٿو،
۽ ڪوئي جنهن وقت مري ٿو
ڪارا ڪانوَ، بکايل ڪُتا
۽ ڪيئي ڪيڙا ماڪوڙا
اَن کي چِڪَ هڻن ٿا-
واهولن جئن ايٿوپيا جا
’هفتي وار‘ ۾ ننگا فوٽا
مون کي ڏَڪَ هڻن ٿا-
هن ڌرتيءَ تي ڪوبه نه ڪونهي
جيڪو هن انڌير کي ٽاري
ٻُڪَ نيواري، ڏُڪَ نيواري
مائوُ! تون به مري ويو آهين

پيلا ڏِنڊڻ! پنهنجي ٻِــرِ ۾
ٽاڙي سنگ ڏري ويــو آهين،
هاڻي ڪو ٻه ٽه ڪونهي!
ٽو جهڙو ٻه ٽِه ڪونهي!





بَس متان جو ٻَڌ هنيائون
تامل ٻـار مَري ويـا آهن.

هر ماڻهوءَ سان ڪالهه سدارت!
پيار ڪيو هو تو پـاليءَ ۾،
ڪيئن شيراوڪ تنهنجا ايڏو
ساڙ سکيا اڄ سنهالـيءَ ۾؟

مان ڀانيان تـو سچ چيو آ
'پـاپـڊيـر' ڏکـاري آهي'
ڪوبہ پسون اَن جهڙو ناهي
ماڻـهو آتـيـاچـاري آهـي

هاڻ تہ چڻ ڳنڌَرَوَ رَئن تا
ماڻهوءَ جي هر منوَرتـيءَ تي
آهـہ اَپـاسـڪ آزاديءَ جـو
هرڪو ٿي ڪُکرمي ڌرتيءَ تي

مون تہ ڏٺـو آ ڪرانتيڪاري
بانس جي ڦل جئن ناس ٿين ٿا *
مارا جي تـاريءَ تي ڪن پل
پُشپ ڀاپ جا واس ڏين ٿـا

موت اُنهن جو ڪانڪي آهي
موت سدائين جي گهولن تا
جيئڻ جي نالي ۾ مورک
ڪيڏا سانگ مرڻ جا ڪن تا

ڪيڏا لوپل لاش ڪنيائون
تامل پار مري ويا آهن!



---

شراوڪ ـ ٻڌ ڌرم جو اُپديش ٻڌندڙ
سهالي ـ سري لنڪا جي ٻوڌي جنتا جي ٻولي
گَنڌَرُوَ ـ ديوتائون، جيڪي اِندر جي سُرڳ ۾ رهن ٿا
اُپاسڪ ـ پوڄاري
* بانس ڦل ڏيندي، ڪري پوندي آهي، يا ڦل ڪري ته ڪيس ڪپي وجهندا آهن.
مارا ـ ٻڌ ڌرم ۾ موت جي ديوتا جو نالو



رکو محبت ناهي، کيرو!

دنيا ۾ قاديانـي آهن
۽ ڪيئي ڏيوالا آهن؛
بازارين ۾ قالا آهن،
هُنديون آهن،
ساڙ - وير جو بُنديون آهن،
آفت جا پرڪالا آهن؛
ڪيئي سُود اُگاڙڻ وارا
لالا آهن؛
جيڏا ڪوڙا آهن تيڏا
بول اُنهن جا بالا آهن؛
اخبارن ۾
ڪيڏا مرچ مسالا آهن!
ڪاپيءَ تر ۽ ساڄيءَ تر ۾
ڳارين جا پرنالا آهن؛
صوفي ڪيئن چون تا ڪونهن
آهن، هي سڀ سالا آهن!
اولهه وارا، اوڀر وارا
سڀ جي دال ۾ ڪالا آهن،
هرڪو پنهنجي سُوارٿ جو آ
سڀ مڪڙيءَ جا جالا آهن؛
پانڌين جي پيرن ۾ ڪيڏا
ڇپر ڇپر جا ڇالا آهن!

ترس، خلائن بہ ڪرڻ ڏي
اجا سمندر آلا آهن!
دنيا ڪا زابيل نہ آهي!
ڍيل نہ آهي!
تنهنجا تيل قليل نہ آهي!

ڪيرو، دنيا رڳو محبت ناهي!
رڳو محبت ناهي!





تون ھي ھيرو ڪٽ تہ ھيرو ٿئي!
ھيرو ھونءَ تہ پٿر آھي
جيسين آن کي ڪوئي ٿاھي،
تون ھي ھيرو ڪٽ تہ ھيرو ٿئي!

رنگ گلن جو مٽ تہ خوشبو ٿئي!
جئن جئن رنگ ۾ ڦيرو ايندو
تئن تئن واسُ پليرو ٿيندو
رنگ گلن جو مٽ تہ خوشبو ٿئي!

باب برھہ جو پٽ تہ دل جي راھہ کلي!
شاعر ٻول جڏھن ٻولين ٿا
دنيا لئہ راھون کولين ٿا
باب برھہ جو پٽ تہ دل جي راھہ کُلي!







شام جي گلاسن ۾
سيجَ ٺهٺائي تو
ٻير جي ڳِجهيءَ هيٺان
روپ کو پسائي تو

زندگي اڙي جانان!
سَوَ مَسرَّتون آهي،
تو جيان سوين چهرا
جيءَ جيترا چاهي،

پو ٻه تون نه ٿي وسرين
روز ياد آئي آن
شام جي گلاسن ۾
سيجَ جئن سمائي آن

سال ٿي ويا آهن
تون نظر کان اوجهل آن
پو ٻه من ۾ ڪُوڪين ٿي
تون جا منهنجي ڪويل آن؛



منهنجي رُت ته گذري وئي
تنهنجي رُت اچا ٻيي آ
ڪوڪ تنهنجي ڪويليا!
اڄ ٻُڌاءِ ڪنهن جي آ؟





هڪ هڪ ٽيندا غرق ٿين ٿا
ساٿي ٽنهن گرداب ڦنڌا ۾
جنهن مان ڪوبہ نہ نڪتو آهي-
ڌرتيءَ آڪاس، آنهيءَ ۾
ڦيرا ڪن ٿا،
ڪيڏا سانجهہ سويرا ڪن ٿا!
ڪيڏا تارا ٽمرٽمر ڪن ٿا
روشنين جي ڙمجهم ڪن ٿا!
باک ڦٽيءَ جو ٽن جي ٽمرٽمر
جڏهن تارين تي ڇُون ڇُون ٿئي ٿي،
ماڪيءَ جي مانارن جي جڏهن
پُون پُون ٿئي ٿي،
نار هلي ٿو، رُون رُون ٿئي ٿي:
ڳاڏيءَ تي ويهي نينگرڙو
پنهنجا وهٽ هلائي ٿو،
پنهنجيءَ ٻُچڪر ۾ ڌرتيءَ جا
سارا سڏڙا سمائي ٿو،
مالهہ جيان سنسار ڦري ٿو
ڪيئي ڪينگر روز ٽٽن ٿا
روز ڪُٽن ٿا،
ڪيئي جوڙا روز جُٽن ٿا
تيزيءَ سان هر وقت ڦرن ٿا

سيئي ڪنهن گرداب فنا ۾
جنهن مان ڪوبه نه نڪتو آهي!





ريشم! ايڏو موت ميٺو آ؟

آن جا سپنا نيارا آهن؟
هر سپني کان پيارا آهن؟
سمنڊ جيان ٻي انت ته ناهي!
ڪاريءَ رات ڪنارا آهن؟
جن تي يسار ڦرن، ڇا اهڙا
چانڊوڪيءَ جا چارا آهن؟
جڳ سارو آ جهرمر جهرمر
تنهنجي سنگ ستارا آهن؟
تون، مان، چانو گلن جي ـ تو کي
سرتيي ڪي سانيارا آهن؟
يا هين جڳ ۽ هُن جڳ وچ ۾
ويسر جا وسڪارا آهن؟

تو وٽ ننڊ ابد جي آهي،
يا جاڳين ٿي، ڏينهن ڏٺو آ؟



* مرحوم ريشم، جا جوانيءَ ۾ گذاري ويئي



'غالب' تي يا لاليءِ وگل تي
ميٺي پوءِ به ميٺي هئي

ڪُنجِ قفس يا ڪُنجِ چمن ۾
نغمہ سرا ٿئلر بُلبُل ٿي،
مٺي پوءِ به مٺي هُئي

چشمِ ساغر ۾ حيرت ٿي
ميخاني ڪانِ ٻاهر غُل ٿي،
مٺي پوءِ به مٺي هُئي

نيٺ ستارن تائين پهتي
نيٺ ته ڊٺي اوڇو ٿل ٿي،
مٺي پوءِ به مٺي هُئي



---

* سب کہاں کچھ لالہ و گل میں نمایاں ہوگئیں
خاک میں کیا صورتیں ہونگی کہ پنہاں ہوگئیں
(غالب)



ڪير پرانهين پار وڃڻ تا
لوءِ چڙهي لاڏائو ڪَن تا

دور اُفق تي جهوڪ بڻل آ
جڻ ته اُن جا ٿوها ڪائي
اِنگڙ ونگڙ ليڪ ڪڍن تا!
هيءَ ڪنهن جي جهونگار اچي ٿي
”موت رڳو هڪ سنسو آهي
”مري به تون مان مرٽا ناهيون
”پرڪرتيءَ ۾ ڪيئي ڏرتيون
”ڪيئي جيوَ رهن ٿا جن تي
”تن تي تون مان ورٽا آهيون
”اڪتي، اڪتي وڃٽو آهي
”موت نڪاٽو ناهي — ناهي
”پندَ - پڇاٽو ناهي — ناهي
”پيو به جڪاٽو آهي — آهي“





آتش دانُ وسامــي ويـو آ،
ڪالهه هيا ڪيڏا نہ شرارا!
هاڻ رڳـو هُو دور ستارا
مون تي ٽمرٽمر ڪن ٿا،
ازل ابد جي ڪنهن رشتي ۾
مون کي ڇڻ ڇڻ پڏن ٿا!

ڪيڏا گهاٽا وار هيا جـي
هــاڻـي روز ڇڻـن تــا!
اڇــا ڪارا، ڇـدا لوڙـا
مون کي ڪونہ وڻن ٿا.

ڪيڏيون قلواريون آيون ڪلهہ
منَ - پوپٽ جي پيرن ۾،
رنگبـرنگـي ڦـيـرن ۾
بسنت رُت جهي
سُرهـن سانجهہ سويرن ۾!

پنک پنک تي چٽي پيو آ
چــڻ جيـوَنُ!
منــهنـجو مــن
دور فلڪ تي تارن سان ڳالهائي ٿو
ڳجهہ ڳجهاندر ڳالهيون تن جون

ڳــائـي تـــو،
پـــاڻ رڳو پـــرچائي تـو
پـــاڻ رڳو پرچائي تـو!





او ٿاريـاڻي!
پنـهنـجا پٽ پٽيهـر جـهـڙا
ڪومل هٿڙا
رک تـون منهنجي ماٿي تـي
منهنجي ٻـرنـدڙ ماٿـي تـي!

پٽياڻـيءَ ۾ ٻُونـد نـه آهـي
تـتـر ڪَٿهي آڪاسُ نه ڏسجي،
پکهرُ پکهرُ ڪانچُويا تـن جا
ڪولهٽـيـن ڪـي اڄ راسُوڙا
راس نه آهن،
ڏُٻـڙوالَ ڏراڙن جـا گـهـر-
چـڻ ٿُونـن ۾ آگ لڳي آ،
ڪيـڏا آيءَ آلاوَ وچـن تـا
ڏينهن تتي جا تـاوَ وچن تـا!
اڄ لولـيءَ جي لارَ نـه آهـي
ڪنهن چـؤنري ۾!
گيت ڪٿي گُنجارَ نـه آهـي
ڪنهن چـؤنري ۾،
ها، ڪو ڪاري ڪوسي رَتُ مان
گيت آيـري تـو؛
پيڙهين جـا پـڙلاوَ اچـن تـا
ڪوسي رَتُ مان
آيـري ڪيٿي گهاوُ اچن تـا

ڪوسي رُتُ مان،
ڏاڏن پــرڏاڏن جـــا هـــڏا
ڏاڪولن جئن چيچ وجهن تـــا؛
مگر مان جئن رُتُ ٿهڪي ٿو
منهنجي نس نس مان ٻهڪي ٿو،
ڪارونجهر جون ڪارون رُتُ ۾
للڪـــارون للڪـــارون رُتُ ۾،
تـــڀي ويـــو آ سارو تـــن مـــن
آرهـــڙ جـــي آڪاس جيان،
منهنجيءَ آرتـــيءَ آس جيان!
ڪوبہ نـــہ آهي جو آتت ڏي،
رک تـــون منهنجي ماٿي تي
پنـــهنـــجا پـــٽَ پٽيهـــر جـــهـــڙا
ڪومل هٿڙا
او ٿاريـــاڻي!



---

تتر ڪَهي ـــ ديڪ ديڪ ڦهليل بادل
ڪانچُويو ـــ چاتيءَ جو اوڍڻ جنهن تي پرت پريل ڪونہ هوندو آهي
ڏُيڙوال ـــ ڪهرا ڪتا اوڍينا؟



منهنجا وڏڙؤ! ڪٿي لڪائي
آءٌ اوهان کي ڳوليان ٿو

آءٌ اوهان جو ناتو ڳولڻ گذاريان ٿو
ڌرتي تي ڪيترا ٻار ٿيا ۽ ٿيندا
ڌرتي جي تاريخ اوهان ۾
ڪيڏي وڏي ڇيڙ اوهان ۾
ڏوسا‌ٽيل آ،
ناتو ڪتابن ۾ ڪاٽيل آ!
ڳالهه اوهان جي ڪرڻي آ سرمات ڪري
ناتو نه وڃو آهي اوچو ڪهاڻ ڪري
منهنجا وڏڙؤ!
پور پور ۾ منهنجي ويهي شور ڪيو تا
شور ٻه زوران زور ڪيو تا
طوفانن جئن ويرانين ۾!
ڪٿي لڪايان شريانين ۾
آءٌ اوهان کي؟





منهنجو هي مرجهايل چهرو
گل جي آئيني ۾ـ
هاڻ آها مهڪار نه آهي
سيني جي سيني ۾!
ساڳيون گرم گداز نه راتيون
منهنجي پشميني ۾!

ڪيڏو پنڌ جواني مون سان
اڳتي نڪري آئي؟
ڪاٻه نئين پنيوري مون ڏي
رُت نه پر پنيلائي،
ساري آءٌ سُڳنڌيون راهون
ڳوليان تو سرهائي!





ڌرتي! تو کي منهنجي چُمي
اڄ ۾ رهجي ويندي-
ڏينهن لٿو آ
رَتُ ڪڙو آ
چا تو سوچي سارتي!
مَن ۾ آن آ چا رتي؟

ڌرتي! تنهنجي ياڪُر ۾ آ
مهڪ چنبيلي ۽ ول جي-
پو به سُڳندن
کهڙا ٻنڌن؟
ڏينهن لٿو آ
رَتُ ڪڙو آ
چا تو سوچي سارتي!
مَن ۾ آن آ چا رتي؟

ڏور ڏَسائن ۾ او ڌرتي!
چا تون ويندين ۽ وسري؟
مون سان رهندين ۽؟
مون ۾ ڪَهندين ۽؟
ڏينهن لٿو آ
رَتُ ڪڙو آ

چا ٿو سِوچي سارٿي!
مَن ۾ هُن آ چا رٿي؟





چُپ اچي ويا چنگ چڙا۔
پورنما
خاموشي درياهه جيان آ۔
پورنما
چنڊ به آهي ڪيڏا چهرا۔
پورنما
سِير جهان هي سارُون، سُپنا۔
پورنما
آڌي رات، ٻڏيءَ جا پيٽا۔
پورنما۔۔۔





ننڊ جـي ديـوار نيري
روپ سُندر چنـڊ جو!

رات جي پوئين پهر جي
چانڊنيءَ جئن آهه پيري،
ننڊ جي ديـوار نيري،
روپ سُندر چنـڊ جو!

موت سا ڳو آهه سڀ لئه
ڇا فقيري ڇـا اميري!
ننڊ جـي ديـوار نيري
روپ سُندر چنـڊ جو!

ڪيستائـيـن آهه رهڻي
اي قفس تنهنجي اسيري؟
ننڊ جـي ديـوار نيري
روپ سُندر چنـڊ جو!





منهنجا ملي ميهار
تہ چرڪا ڪير هڻيا؟
لهرين لُڙ لهي ويا آخر
سانت وسي سنسار
تہ چرڪا ڪير هڻيا؟
ساهہ جڏهن ويساهہ سمائو
پير ڪي پاتو پيار
تہ چرڪا ڪير هڻيا؟
ياڳا ياڳا ڪير هڻي ڪلهہ
مان نہ هُيس منجهدار
تہ چرڪا ڪير هڻيا؟





پنڊَ پنڊَ پنڊالُ
ڳاڙهيءَ سانجهيءَ جو
ڳانءِ سچو ڪنهن ڳوريءَ وانگر
مٿي مينديءَ ٿالُ
ڳاڙهيءَ سانجهيءَ جو
اولهه سارو رنگُ ڪيسري
ڪونَن تي ڪمالُ
ڳاڙهيءَ سانجهيءَ جو
ساڳي رات رُسامي واري
ساڳو پنهنجو حالُ
ڳاڙهيءَ سانجهيءَ جو.





ساجن - ديس جـي مِٺي آنڊ
او پرديسي!
اچا تہ تو وٽ آهي رات آماوس جي
ڪتان چاندنـي چِٺـي آنڊ
او پرديسي!
کھڙو ڏک ڏيکاري سڀ ڏک وارين تو؟
گهر گهر کھڙي گهِٺي آنڊ
او پرديسي!
لَنءَ لَنءَ ۾ لشم آيري وئي، سڌ وِسري وئي
چـا نـہ بـانسري پِٺي آنڊ
او پرديسي!
ساجن - ديس جـي مٺـي آنڊ
او پرديسي!





لنبا لنبا دونهين جا
هُو سُرمائي نانگ تہ ڏس
سانجهيءَ جي آڪاس ۾!
هو پياري پيلاڻ اُفق تي
تنهن ۾ ڪارا ڪانگ تہ ڏس
سانجهيءَ جي آڪاس ۾!
مسجد جا مينار اَڏاڻا
دور سُريلي بانگ تہ ڏس
سانجهيءَ جي آڪاس ۾!
جهرمر جام ڀري پيا آهن
سج لٿي جا سانگ تہ ڏس
سانجهيءَ جي آڪاس ۾!





ماڏوري مهڪي
تنهنجون سارون ۽ سانورڙي
آنديون ڪامهڪي!
ساري گيت چڪورن جا، ٿيي
چانڊوڪي ڇهڪي
مند تي ڪابہ ميار نہ آهي
پنءِ پيئي ٻهڪي



ماڏوري ــ رابيل



گيت گلن جهڙن آيرن تـا
ڌرتـيءَ مان

ڪي ڪي سڄ نيري انبر ۾
پنچين وانگـر آڏرن تـا
ڌرتـيءَ تـان

دور امرتـا جـي سوما ڏي
ويندي راڳي گڏرن تـا
ڌرتيءَ ڪانـ





تاريءَ گُل ٽِڙن تـا

واءُ سَرءُ جي ٽڪرائي ٿي
خوشبوءَ پير ٽِڙن تـا

مُرجهايل مُرجهايل چهرا
تن کان چَپَ چِڙن تا

جيسين پيهر مند اچي ٿي
سَرها خواب کِڙن تـا

نغمـا نيٺ ڇِڙن تـا
تـاريءَ گُل ٽِڙن تـا





سُندرتا لِئہ ولجھائِن تا
کا ڳہ ڪورا
گيت گيت سان لھرائن تا
کا ڳہ ڪورا
سانجھيءَ ٽاٽي گھبرائن تا
کا ڳہ ڪورا
اوندھ کان اڳ ۾ ڳائن تا
کا ڳہ ڪورا



تُنھنجي سُواگت لِئہ اچٹو آ
ڪو واچوڙو
تي جيون جي جِٺہ اچٹو آ
ڪو واچوڙو
ڪـک پن ٽيندا ڪٿہ اچٹو آ
ڪو واچوڙو
هارَ نہ مچ هٿہ هٿہ اچٹو آ
ڪو واچوڙو





سُنسان گلشن
ويران رستا

ڪيڏو اڪيلو
انسان! رستا

آ چنڊ جن تي
حيران، رستا

سڀ پيرَ پاڳل
نادان رستا

هو دور تائين
ويران رستا،

جئن تيرَ ترڪش
امڪانَ رستا

ٿيندا نه ٿيندا
طوفان رستا؟
طوفان، رستا
طوفان، رستا





موتي هَلُ!
موتي هَلُ!
موتي هَلُ!

تـوكـي رستـا روكـن تا
تـاڻـي تـاڻـي تـوكـن ٿا
موتي هَلُ!
موتي هَلُ!
موتي هَلُ!

سَـيُ سرايـون سُـڃ اٿيئي
رُڃ اٿيئـي اُڃ اٿيئـي؟
موتي هَلُ!
موتي هَلُ!
موتي هَلُ!

پرکيءَ سارا سانگ سفر جا
کانگ سفر جا، نانگ سفر جا
موتي هَلُ!
موتي هَلُ!
موتي هَلُ!

آهه آئي ٿي، موڙ آئي ٿي
ڪارونجهر جي ڪور آئي ٿي
موٽي هل!
موٽي هل!
موٽي هل!





رات انڌيريءَ جي ڪِرڪيءَ مان
مون چو ليئو پاتو،
ٻاهر چنڊ ڪڙو هو.

مون سوچيو تي ڪوبه نه ٻڌندو
گيت جڏهن مون ڳاتو:
ٻاهر چنڊ ڪڙو هو.

مون چيو ڪوبه اڳي ۾ ڪونهي.
ڪنهن هي ڇاتيءَ لاتو؟
ٻاهر چنڊ ڪڙو هو.

اچرج آهي، آءُ نه ڇاتو
سانوڻ جو مدماتو
ٻاهر چنڊ ڪڙو هو.





سَچَ جي نگر هلندين؟
پنڌ ڪجھ پريرو آ

ڏرتيءَ تي ڪِرڻن مان
گل ڇٽي ڪِريا آهن
ڇڻ تہ سونهن جا سانگِي
سونهن ڪان ڦريا آهن

ڪانگَ نينهن جا نياپا
ڇڻ پُلي ويا آهن
ڪو ڏراڙ جو ڪونهي
ڏڻ رُلي ويا آهن

سَچَ جي نگر هلندين؟
ايترو نہ آ سَهنجو!
پاڻَ واهرو ٿيندين
پاڻَ ٿي پتهي پنهنجو؟

وِچَ واٽ تان ڪيئي
اَن نگرَ جهي، موٽن ٿا
ڪي آڪن جيان اَگرا
ڪي لڪن ۾ لڙڪن ٿا

مُڏڻون ٽيون ٽو لٿو
ڪو اچا نهاري ٽو
سَچ جي نگر ٽوڪي
دور تان پُڪاري ٽو

دور هُن جو ديرو آ
پَنڌ ڪُجهه پريرو آ
سَچ جي نگر هلندين؟





چا هي خالي جامُ
ٻيهر ڀربو ڪينڪي؟
مري ويو خيامُ!

* * *

پيا رند اڃڻ،
ڇو ٿا پيمانا رکو
'حافظ' 'حافظِ' ڪَنِ!

* * *

هاڻو، هي ڪَنيرُ
مٿي پڇاڻان هيءَ به آ
ٿلهو جڻ تہ ذِڪرُ!

* * *

آئي نيٺين زيرُ،
ڪُجهہ تہ سوچي تون پيو
ميٺيءَ مَٿ ڪبيرُ!

* * *

لوءِ نه ساڳي لوءِ!
وڄون وريون پٽَّ تي
پٽ ڏٺيءَ ڪان پوءِ.

* * *

ميران، تو ڪان پوءِ
ڪتارو ڪنهن جي ڪُلهي،
ڪنهن ڪي سڌّ نه هوءِ!

* * *

تو ڳا هيٺين هُرَ،
مٿي پڇاڻان ملنديِن
ساميءَ سان تست ڳُرَ؟

* * *

ڪِنوڻ جي تــاڙي
دودي ٻنان هيڪلي
هيءَ روپــا ماڙي!

* * *

ساڳيو آهه بسنت
چنڊ به ساڳيو آ اڄان
رنگ منهنجو انت!

* * *

اهڙو ڪو وشواس
آتم ۾ استت ٿيان
جئن اوچو آڪاس!

* * *

"آئي، هو آيو؟"
"نه، هي پردو ڏيئڙي
"هوا لوڏايو."

* * *

ڪنهن جي لاءِ اڄان
ڪارو ڪانءُ لنوي پيو
سانئيءَ نيڻ مٿان!

* * *

مان جو پکيءَ پَرُ
ڪاش! هجان اي ڪيرتر
تـو وانگر اِستر!

* * *

ڪالهه نه ساڳي رُتِ ـ
ڪالهه نه هن سنسار جي
مون ۾ ڳـوڙهي ڳُتِ

* * *

تون ٿي ڪالُ اڪالُ
تون ناٽڪ جي نٽ ۾
جاڳ بـه تنهجو جالُ

* * *

مون ڪي هي وشواسُ
مان تـي پينتا ايڪتا
مان تـي نـاس اناسُ

---

پينتا ـ گهٽائي

چوڏينهن ڄـنڊ، آجهين
ءَ هيءَ ڪالي ڏاس جـي
هـيـڏي ساري ڏيهن!

* * *

چـاتـهي ٿـو سوچـني؟
چا ٿـو چاهـي شارتـي
ڪُر ڪينتر لـوچـي!

* * *

مان ءَ تون، پيئي
ءَ ڏڙلـي سُوراڻـي ـ
سيڄـي آئيئـي،

* * *

سرءَ ڄـڻـي سانجهـي ـ
پيڙيءَ تن تـنـي پيو
ويچارو وانجهي.

* * *

اِجھو ٻڏي ٻانهن،
لهرين منجهه لڙهي ويا
ڪنڌيءَ سارا ڪانهن!

* * *

سمنڊ رکيو سامهون!
اچرج مان چا ٿيون ڏسن
اکڙيون ڦوٽن جون؟

* * *

ڪنڌيءَ تي چا هو؟
چولين چرڪي اوچتو
ڀرروَن تاڻيون چو؟

* * *

چرَ جهڙي جيري ۾،
پيهر چنڊ ٻري جلهن
نئين ديري ۾!

* * *

ماکوڙن جو ميڙ
ٻيا سڀ هيٺ، ٻه ٻيٽ تي
تن کي کهڙو ڪيڙ؟

* * *

نظم نه ڪوئي نانءُ،
متن ۾ کهڙو مٺڙو آ
اڏران پيو آنءُ!

* * *

وٺي تنهنجو نانءُ
سنجهي ٻاري ڏيئڙا
روئان ته تو آنءُ!

* * *

سمنڊ ۾ ساسي
آنءُ نه آهيان ڪيترو
تو جيئن ابناسي.

* * *

مٺي تـــي مِٺي—
ٻُريا ٻول چڪور جا
چانڊوڪي چِٽي.

* * *

تو ٻين نہ آرها،
هي ليمي جا ڪونج چڙ
سدائين سرها!

* * *

مَس مَس لڌي آهہ!
وچڙي ڪيئي سال تيا
ڪيـڏي تـــڏي آهہ!

* * *

ها، هو مٽي نوشيون،
صراحيءَ چي اوت م،
تنهنجون سرڪـوشيون!

* * *

آچ، آچ تہ ڳايون
ڪارونجھر جون چوٽيون
سدا نہ سايون.

* * *

هي جي هيل لڪون!
ڪجيون وَهين وانگيان
آڏامي ويندِيون!

* * *

واچوڙو ايڏو!
وَڻ تان ٽيو ڪوراڙ جو
ڦهڪو تہ ڪيڏو!

* * *

مالهڻ اڄ پيئي
پوٽا ديش وديش جا
پيوندي پيئي.

* * *

پيھي ٽي ٻوڙھو،
پکيءَ پنيان واءُ ۾
کانياٺيءَ ڳوڙھو!

* * *

ٽانڊاٽا ٽمڪن
نانگن اڪيون ڳاھہ مان
جھَڙ ڦُڙ ۾ جھمڪن

* * *

ھوا جو جھوٽو،
ماڪ ڇٽي روٺي ڏنو،
اڪيلو ٻوٽو.





ڪٿي پرين هاءِ!
آئي رُت رابيل جي
گُل ڪٿيا ڪنهن لاءِ؟

* * *

"ڪُواُوُ ڪُواُوُ" مَنڊ
مون جو ڏٺو ڪوڪ ڏي۔
پوئين پهر چنڊ!

* * *

وسٹو ناهہ اجان۔
چوري آنُ چڙڻ لڳي
ڏسي پيچ متان۔

* * *

وچون وهائيون۔
نرڙ متان ڀُورلو
مُرن تي سائيون۔

---

پيچ - ڪڪر، جي مٿي هوندا آهن ۽ مينهن نہ وسائيندا آهن.
ڀورلو - گول ٽِڪو
سائيون - گجريون

پنيءَ توڙي پيت،
لاٽائين جو پولڪو
چانڊوڪيءَ لس ليٽ!

* * *

پوي تو پارو،
ويهي ڪنٽر ڳانءِ وٽ
سوچي ڏوجهارو.

* * *

نگر تي نائو-
ڪارونجهر تي ڪير تو
وڄائي پائو.

* * *

پڙو پڙي جهڙو،
مومل سوا ماڻهوئو
ننڍڪوٽ کهڙو!

---

ڏوجهارو — ڪير ڏهندڙ
نائو — سنها بادل
پائو — نڙ يا بين وانگر ساز

پپرُ تبڌا ساهہ
ڪِرڻو آهي اوچتو
ڏاهہ نہ پر وڙاهہ!

* * *

مٿان جهڙُ جهمڪي،
چِلي ڪينجهرُ پيٽ تي
چِلوري چمڪي.

* * *

ساڪُ تہ پر گندري!
تو وٽ سڄرُ ڏنيرا
ڳوڙ اندر گندري؟

* * *

پيسو ڙي پيسو!
هئي نينگرُ ڪيڏڙو
پيو هاليسو!

---

چلوري — مڇيءَ جو قسم
هاليسو — قتل منهن وارو ونجهہ

ٻڌون نہ ٻيئي،
هلون ٿا ٻئي پار اڄ
سانــدارو ڏيئي.

* * *

اکين ۾ آريون—
ڇونرن اکيان چنڊ جٺن
رڻ ۾ رڃاريون.

* * *

”هڻ مان تنهنجي مهڪ
”مون کي چڻ آئي پئي“—
سکيءَ ڦڪا ٿهڪ

* * *

چنڊ ڏني ڪجهہ چهڪ
جهڙالي آڪاس کي،
۽ ڪجهہ ’پٽيءَ‘ ٿهڪ.

* * *

هيءَ ڪهڙي خوشبو؟
'آئم' تنهنجيءَ 'سُندريءَ'
جڳن جو جادو!

* * *

مان به تہ آهيان شيام،
'ناراڻ!' تنهنجو رکيو
ناهي اهو نام.

* * *

وري ملنداسين؟
ڪڏهن ڳوڙها سڪندا،
ڪڏهن کلنداسين؟

* * *

ڪنهن متو کليءَ لاءِ
جي بيو ڪارڻ ڪونہ آ —
دنيا ڪي بدلاءِ!

* * *

واري، آهه آڇايـل
ءُ هي ڪوڏ ڪناري
جن ۾ سمنڊ سمايل!

* * *

چنڊ سرهه جو ساڳيو
تون نه ڪيئن ٿي ڇا ڪال
اڄ مون لئه اوڇاڳيو؟

* * *

آتر ڪان طوفان اچي ٿو
ٻئي ڇون ٽا ٻانهون آقا
'ڏسجي ڪير بچي ٿو'

* * *

نانگ به ساڳيءَ رات ۾
ڪيڙا ماڪوڙا به آنهيءَ ۾
پرهه ڦٽيءَ جي تات ۾!

* * *

باک بکيڙا
ماڪ ڦڙي جي اندر آهن
ڪيڏا جهيڙا!

* * *

چنڊ، چنبيليءَ وَلِ....
در تان تون هَن لاءِ تڪين ٿو،
هاڻي آلِ ته آلِ!



# پڌنامو

سٽ ١٢ صفحو ١٩
غلط ـ چانڊوڪيءَ جي پاڇو پاڇو
صحيح ـ چانڊوڪيءَ جو پاڇو پاڇو

سٽ ١٦ صفحو ٤٩
غلط ـ ورديون وات پٽي رت گرڙيون ڪن ٽيون
صحيح ـ ورديون وات پٽي رت جون گرڙيون ڪن ٽيون

سٽ ١ صفحو ٥٦
غلط ـ پار ٽيا اغيار
صحيح ـ يار ٽيا اغيار

سٽ ٨ صفحو ٧٩
غلط ـ پاپُ ڍير ڏُڪاري آهي
صحيح ـ پاپُ ـ ڍيرُ ڏُڪاري آهي

سٽ ٤ صفحو ١٢٧
غلط ـ ”ڪُواهُ“ ’ڪُواهُ‘ مَندُ
صحيح ـ ’ڪُوآوُ‘ ’ڪُوآوُ‘ مَندُ

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Club Exclusive نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيادن تـي بـہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِـٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اٽڪلاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)